# بابن جي فهرست

# ٻه اکر

هي ڪتاب دراصل هڪ مقالو آهي جيڪو محترم سيد مناظر احسن گيلاني لکيو هو. جنهنکي پوءِ ڪتابي صورت ڏني وئي. جڏهن مون هي ڪتاب پڙهيو ته مون کي محسوس ٿيو ته هي مقالو دماغ جي بجائي دل سان لکيو ويو آهي. جيڪا شيءِ دل مان نڪرندي آهي اها اثر ته رکندي آهي. پوءِ اها آهِ هجي يا ٿڌو ساهه. مون کي يقين آهي ته جيڪو به هي ڪتاب پڙهند تنهنجي ذهن جي لوچ ۽ دل جي ڌڙڪڻ ضرور تيز ٿي ويندي. چاڪاڻ ته سيرت نگاري ۾ هڪ مختلف اسلوب ۽ انداز جو ڪتاب آهي. هن ۾ سيرت جا واقعا بيان ناهن ٿيل بلڪ واقعن جو ردعمل ۽ بيان ڪيو ويو. هن ڪتاب ۾ واقعن جي منظر نگاري نه ڪئي وئي بلڪ واقعن جي نتيجي اپريل جذباتن جي منظر نگاري ٿيل آهي.

هن ڪتاب کي پڙهڻ کانپوءِ ۽ پڙهڻ دوران به اوهان کي اهو سوچڻ تي ضرور مجبور ڪندي ته اسان کي نندپڻ کان جيڪي ٻڌايو ويو آهي اهو بلڪل سطحي هو. اصل حقيقت ته هي آهي.

ترجمو ڪندڙ

ظفير احمد لغاري

# مـــــهـــــاڳ

هن ڪتاب، بلڪ ننڍڙي " رسالي يا مقالي" جو تعلق سيرت نبي ﷺ سان آهي پر جاٽي واٽي هن ۾ سيرت جي واقعات کي تاريخي ترتيب سان بيان ناهي ڪيو ويو. واقعن جي بجاءِ انهن جي نتيجن تي هڪ خاص مطلب کي اڳيان رکي بحث ڪئي وئي آهي. اهڙا ماڻهون جيڪي سيرت جي ڪتابن کي پڙهي چڪا آهن يا ڪنهن طريقي سان انهن مضمونن جي ڄاڻ رکن ٿا ۽ سڀ تعريفون الله جون، مسلمانن ۾ اهڙن جي ڪا کوٽ ڪانهي. انهن جي لاءِ ته ڪنهن نصيحت جي ضرورت ڪانهي پر الله معاف ڪري جي ڪنهن کي هي موقعو ناهي مليو ته اردو زبان ۾ ان جو تمام گهڻو پندار موجود آهي، خاص ڪري آخري ڪجھ سالن ۾ قاضي سليمان مرحوم منصور پوري " رحمت للعالمين" ، چوهدري نواب علي صاحب " تذڪرة المصطفىٰ (سيرت الرسول)، ڊاڪٽر عبدالحڪيم مرحوم " النبي و الاسلام" ۽ آخر ۾ علامہ شبلي مرحوم ۽ ان جي وارث مولانا سيد سليمان ندوي "سيرت النبي ﷺ" جهڙين ڪتابن سان اردو زبان کي سيرت جي مضمونن سان پري ڇڏيو آهي ته جيئن ٻين اسلامي زبانن کي به هنن مڪمل ۽ پلوڙ ڪتابن جو ترجمو ڪرڻو پوي. هي مقالو قرشي صاحب جي فرمائش تي لکيو ويو آهي.

خير منهنجو مقصد صرف ايترو آهي ته واقعن جي بجاءِ صرف نتيجن جي به آگاهي ملي. هي ڪتاب جيڪو چوڻون پيرو ڇپجي رهيو آهي انشاء الله مسلمانن ۽ شايد غيرمسلمان جي لاءِ به فائدي وارو ثابت ٿئي.

إِنْ أُرِيدُ إِلَّا الْإِصْلَاحَ مَا اسْتَطَعْتُ وَمَا تَوْفِيقِي إِلَّا بِاللَّهِ عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ وَإِلَيْهِ أُنِيبُ (سورت هود آيت 88)

بيشڪ جيستائين مون کان ٿي سگهي ٿو (توهان جي معاملن کي) سڌارڻ چاهيان ٿو. (ان جي باري ۾) مون کي رهنمائي خدا جي طرف کان ملي ٿي. مان ان تي ئي ڀروسو ڪريان ٿو ۽ هن جي اڳيان (پاڻ کي) پيش ڪريان ٿو.

**سيد مناظر احسن گيلاني**

# مهاڳ

”نبي الخاتم“ سيرت رسول الله جي موضوع تي هڪ منفرد ۽ نادر ڪم آهي.

هن ڪم جو تعارف ۽ خاصيتون ايندڙ پنن ۾ توهان جي مطالعي ۾اينديون جيڪي بزرگ عالمن جون لکيل آهن. مختلف ادارن ڪان ڪم تي مختلف تبصرن جي صورت ۾ جيڪي آيا آهن انهن ۾. به شيون عام آهن.

١. مولانا گيلاني سيرت جي واقعن کي اهڙي طرح چٽيو آهي جو پڙهندڙ ان مان پاڻ نتيجا اخذ ڪندا. هن مختصر ڪتاب ۾ علم جو سمنڊ سيٽپ سان سمايل آهي.

٢. ائين ٿو لڳي جڻ ليکڪ پنهنجي دل جي دنيا ۾ ويهي بي انتها محبت سان جذبن کي لفظن جا موتي بڻائي هڪ مالا ۾ پروئي رهيو آهي.

هن ڪتاب جو مطالعو ڪندي محسوس ٿئي ٿو ته مولانا گيلاني قلم جو بادشاهه آهي

جنهن جي باري ۾ حضرت مولانا يوسف لڌيانوي شاهدؒ لکيو آهي:

” هي حليم طبيت ۽ محبتي شخص دانش جي روشني ڦهلائيندڙ چئن منارن مان هڪ آهي.

١. شيخ الاسلام حضرت مولانا سيد حسين احمد مدني ؒ

٢. امام التبليغ حضرت مولانا محمد يوسف دهلويؒ

٣. محدث العصر مولانا سيد محمد يوسف بنوريؒ

۴. سلطان القلم حضرت مولانا سيد مناظر احسن گيلانيؒ

[شخصيت و تاثرات جلد ١ صفحو ١٣٣]

”نبي الخاتم“ پنهنجي خاص ادبي اسلوب جي لحاظ کان منفرد لفظن ۽ اختصار جي لحاظ کان عام قاري لاء ڪافي ڏکيو هو. عام پڙهندڙ هن ڪتاب کي آساني سان پڙهي ۽ سمجهي سگهي ان لاءِ هي ترجمو هڪ حقير ڪوشش آهي.

محمد عمر انور

27 رجب 1432

# پيش لفظ

علامہ سيد سليمان ندويؒ

نبي الخاتم هڪ عقيدت جو گلدستوآهي جيڪو مولانا مناظر احسن جي عقيدت مند قلم سان ترتيب ڏنل آهي. ان ۾ مولانا گيلاني صاحب سيرت جا واقعا هڪ خاص انداز، اسلوب عقيدت جي رنگن سان بيان ڪيا آهن. ايئن ڪندي هن تمام پيچيدہ نتيجا پيش ڪيا آهن. اهي سڀ ڳالهيون ڌيان ۾ رکندي چئي سگهجي ٿو تہ هن ڪتاب ۾ تاريخ جا سچا واقعا صحيح نموني منفرد انداز ۾ پيش ڪيا ويا آهن. تنقيدي مؤرخ ۽ عقيدت مند ٻئي هن ڪتاب مان لاڀ حاصل ڪري سگهن ٿا. هي ڪتاب لفظن جي مهارت  سان  واضح ٻولي ۾ لکيل آهي.

(معارف، اعظم ڳڙه، اپريل 1957)

مولانا جي تصنيفات مان، غالباً سڀ کان اول مان " انبياء الخاتم " پڙهيو ويو. ڪتاب عجيب جاندار  انداز ۾ لکيل آهي هن جي سمجهاڻي الهامي ڪتابن جي تفسير جيان ، جوش ۽ جذبو ليڪچرن جيان،  عاشقن جي عقيدت ۽ محبت، عقل ۽ عقيدت جي هن عجيب ميلاپ پيچيده نقطا ۽ عظيم نتيجا ڪڍيا آهن. اهو سڀ ڪجه ايترو تيز ۽ ڀرپور آهي جو پڙهندڙ ليکڪ کان شڪايت ڪندو.

مون پنهنجي زندگيءَ ۾ **رحمت اللعالمين** ۽ **النبي الخاتم** جهڙا ٻيا اثرائتا سيرت جا ڪتاب نه ڏٺا آهن. ڪتاب پڙهڻ سان ئي خبر پوندي ته هي نہ صرف  ٻولي ۽ علم ۾ مهارت جو هڪ مظهر آهي پر حقيقت ۾ هن جي اندروني جوش ۽ جگر جو رت شامل آهي.

مون چاهيو تہ هن کان ڪجه وڌيڪ معلومات  ونجي ان لاءِ مان هن سان ڪجه ڏينهن حيدرآباد دکن ۾ گذاريا. ان دوران هن پنهنجي ڪجه تجربن جو ذڪر ڪيو جنهن مان هن جو خاص رسالت سان لڳاؤ ۽ ان جي قبوليت جا خاص راز معلوم ٿيا.

(الفرقان، لکنؤ، افاداتِ گيلاني 1957، پورن چراغ جلد صفحو-67 )

.

# پيش لفظ

## ڊاڪٽر محمود احمد غازيؒ

ويهين صديءَ ۾ سيرت لکڻ جو هڪ نئون طريقو پيدا ٿيو. اهو سيره جو فصيح انداز آهي.

اهو طريقو هن دور ۾ شروع ٿيو ۽ اردوءَ کان علاوه عربيءَ ۾ به ان قسم جا ڪتاب لکيا ويا آهن.

هڪ دلچسپ ۽ جاندار ڪتاب جيڪو هن طرح سيرت جو بهترين نمونو آهي، اهو هڪ روشن خيال مولانا مناظر احسن گيلاني جو لکيل ڪتاب آهي. مولانا هڪ ننڍڙو ڪتاب "نبي الخاتم" لکيو آهي.

ان ڪتاب ۾ نه واقعن جو تسلسل آهي ۽ نه وري بظاهر ڪا نئين تحقيق آهي، پر جڏهن پڙهڻ شروع ڪجي ٿو ته لڳي ٿو ته جڻ ليڪڪ دل جي دنيا ۾ ويهي هڪ منفرد انداز ۾ لکيو آهي. مان هن ڪتاب هڪ جملو لکي پچاڻي ڪندس. " جنهن وٽ ڪو فرش نه هو جي هو مٽي تي ستو ته جيڪو تخت تي سمهي سگهيو ٿي پر هو مٽي تي ستو اهو سمهڻ حقيقي سمهڻ آهي" چا ستو.

[محاضراتِ سيرت ص. ٦٨٩ ]

# پيش لفظ

## مولانا مفتي تقي عثمانيؒ

مولانا مناظر احسن گيلاني جو منفرد سيرت جو ڪم پڙهيل لکيل طبقي ۾ ڪنهن تعارف جو محتاج ناهي. انهن لفظن جي ليکڪ کي جيترائي ڀيرا بہ پڙهو هر ڀيري نئون لطف ملي ٿو.
جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ جي ذهن ۾ خالص سيرت جا واقعا اڳي کان موجود هوندا ته ان کي هن ڪتاب جي مطالعي ۾ مزو ايندو. مولانا واقعن کي اهڙي طرح بيان ڪيو آهي جو پڙهندڙ پاڻ ئي اعلىٰ نتيجا ڪڍندو. اهڙي طرح هي ڪتاب علم ۽ معرفت جو هڪ سمنڊ آهي.

مثال طور " جن تي تلواريون هليون اهي نہ پر جنهن تلواريون هلايون اهي مسلمان ٿي ڪوڙن کي ڪوڙو ڪيو. جنهن بازارن ۾ پرچار ڪئي هئي تہ جيڪي ڪجھ پڪڙيو آهي اهو تلوار جي زور تي پڪڙيو آهي".

ٻوليءَ جو وهڪرو ۽ جوش ۽ جذبو اهڙو آهي جو ان کي وري وري پڙهڻ سان به دل نٿي ڀرجي.

ڪتاب هين شروع ٿئي ٿو " هون تہ اڇڻ لاءِ سڀ ئي آيا، سيني ۾ آيا، هر جاءِ تي آيا (سلام آهي انهن سيني تي) تمام مشڪل وقت تي آيا، پر چا ڪجي انهن مان جيڪو بہ آيو وڃڻ لاءِ آيو پر هڪ ۽ صرف هڪ جيڪو آيو ۽ اچڻ لاءِ ئي آيو، هو ايرڻ ڪانپوءِ نہ لٿو، چمڪيو ۽ چمڪندو پيو وڃي. وڌيو ۽ وڌندو پيو وڃي، چڙهيو ۽ چڙهندو پيو وڃي. هن کي سڀ سجاڻن ٿا ۽ هو سيني کي سجاڻي ٿو. جن کي ڪتاب ڏني وئي ۽ نبوت سان گڏ ٻينا آهن، انهن ۾سڀ کان اعلىٰ آهي. هو پوين ۾ بہ ائين ئي آهي جيئن اڳين ۾هو. جيئن ڏوراهن ڏٺو ۽ ڏسندا رهندا تئين ويجهارن (ويجهي وارن) ڏٺو. جيڪو اڄ بہ ائين ئي سجا تو وڃي ٿو ۽ سجاتو ويندو جئين اڳ ۾ سجاتو ويندو هو. هن ۽ صرف هن جي ڏينهن لاءِ رات ڪونهي، صرف هن جو ڏيئو آهي جنهن جي روشني بي داغ آهي"

سڄي ڪتاب جو اهو ئي انداز آهي. ايئن لڳي ٿو تہ سڄو ڪتاب هڪ ساهي ۽ هڪ ئي ڏن ۾ لکي وئي آهي. ساڳئي اسلوب ۾ نہ رڳو سيرت پر ٻين مذهبن جي باري ۾ علمي بحث ڪيا ويا آهن. بيشڪ هي ڪتاب اردو جي علمي ذخير جي هڪ ناياب ڪتاب آهي.

(البلاغ، ذي القعد ١٣٨٨ ه)

# مڪي زندگي

بِسْمِ اللَّـهِ الرَّحْمَـٰنِ الرَّحِيمِ

هون تہ اچڻ لاءِ سڀ ئي آيا، سيني ۾ آيا، هر جاءِ تي آيا (سلام آهي انهن سيني تي) تمام مشڪل وقت تي آيا، پر چا ڪجي انهن مان جيڪو بہ آيو وڃڻ لاءِ آيو.

پر هڪ ۽ صرف هڪ جيڪو آيو ۽ اچڻ لاءِ ئي آيو، هو ايرڻ ڪانپوءِ نہ لٿو، چمڪيو ۽ چمڪندو پيو وڃي. وڌيو ۽ وڌندو پيو وڃي، چڙهيو ۽ چڙهندو پيو وڃي. سڀ سجاڻن تا ۽ سيني ڪي سجاڻي ٿو. جن ڪي ڪتاب ڏني وئي ۽ نبوت سان گڏ بينا آهن، انهن ۾سڀ ڪان اعلىٰ آهي. هو پوين ۾ بہ ائين ئي آهي جيئن اڳين ۾هو. جيئن ڏوراهن ڏنو ۽ ڏسندا رهندا تيئن ويجهارن (ويجهي وارن) ڏٺو. جيڪو اڄ بہ ائين ئي سڃا تو وڃي ٿو ۽ سڃاتو ويندو جئين اڳ ۾ سڃاتو ويندو هو. هن ۽ صرف هن جي ڏينهن لاءِ رات ڪونهي، صرف هن جي ڏيئو آهي جنهن جي روشني بي داغ آهي نہ تہ جنهن ڪان نالا ئي وسري ويا سي پنهنجي هادين (رهبرن) جي ڪمن جي سنڀال ڪيئن ڪري سگهن ها.

اسان جي ملڪ ۾ ويد جي صورت ۾ اوتارن جو ڪم پيش ڪيو ويندو آهي. غير ذميدارو! توهان انهن جي نالن جو وزن بہ ڪٽي نہ سگهيؤ ، هاڻي اسان ڪي چا تا ڏيکاريو تہ هي آهي انهن جي ڪمن جو وزن. تاريخ جي تحقيقي هٿن هندستان جي رهبرن ۽ ان جي امتن جي وچ ۾جيڪي اونداهيون ڪڏون ڪوٺيون آهن ۽ اجان پيون ڪوٺجن، چا هاڻي انسان جي وس ۾ آهي تہ انهن ڪي پوري سگهن.

. ڪنهن تي نازل ٿي؟ ڪٿي نازل ٿي؟ ڪهڙين ڪهڙين ٻولي ۾نازل ٿي؟ نظم ۾ يا نثر ۾ نازل ٿي ؟ صدين يا جُڳن ۾ نازل ٿي؟ اهڙن بنيادي سوالن تي اهڙن سوال تي، جنهن جي تحقيق ڪانسواءِ، ڪنهن شيءِ جي هجڻ ۽ نہ هجڻ جو فيصلو اٽڪيل آهي، پاڻ توهان ڪي بہ خبر آهي، تہ انهن تي اونداهي ڇايل آهي. ٻڌايو تہ شڪ جي اِن ڍٻڻن ۾ يقين جو پير ڪيئن ڪٽجي؟ (انسائيڪلو پيڊيا برٽانيڪا عنوان سنسڪرت ويد) توهان انهن ڪان ڳجها آهيو ۽ هو توهان ڪان ڳجها آهن، پوءِ ڪهڙي نموني توهان انهن ڪي ڏسندؤ، جن ڪي ڏسي توهان هلڻ چاهيو ٿا هو ڪيئن توهان ڪي پاڻ ڏيکارن، جيڪي پاڻ ڪي ڏيکاري توهان ڪي هلائڻ چاهن ٿا.

ٿي سگهي ٿو ٻڌ ۽ ٻڌ وارن توهان ڪي انهن ڪان الڳ ڪيو هجي پر سچائي تہ اها آهي تہ ٻڌ ڪان گهٽو اڳ پارت ماتا ۽ انهن جا ٻار پنهنجي اوتارن ڪان الڳ ٿي چڪا هئا پر پنهنجي غلطي بين

جي مٿي واري اصول تحت الزام ٻڌ تي مڙهيو وڃي، پر سوال اهو آهي ته جن ڪي ٻڌن پنهنجي بزرگن کان ٿوڙيو تن ئي ٻڌن ڪي ٻڌ جي راهه کان ٿيڙيو.

اڄ جئين ويد ڌرم جي صحيح حقيقت جي خبر ڪنهن ڪي به ڪونهي تئين ڇا ڪو به ٻڌ ڌهرم جي اصلي ڪتابن ۽ پڇن (مذهبي گيت) جا نشان ڏيکاري سگهي ٿو؟

جي ويدڪ ڌرم بالميڪ جي ڪهاڻين ۽ مهاڀارت جي افسانن تي قائم آهي، ته وهمن جي جنهن مجموعي جو اڄ نالو ٻڌ مت آهي ڇا تحقيق جي نگاهه ۾ هن جي قدر ۽ قيمت هٿرادو ڪهاڻين کان وڌيڪ آهي؟ اڄ ڪنهن مورخ جي ذخيري ۾ ايترو تيل آهي جنهن جي ڏيئي جي روشني ۾ ڪپل وستو ڪامٽي (ڪپل وستو هماليا جي دامن جي ان شهر جو نالو آهي جتي ٻڌ ڄائو ۽ هن جي پيءُ جي حڪومت جو گادي جو هنڌ هو. قرآن مجيد ۾ نبين جي ذڪرن ۾ هڪ نالو ذوالڪفل جو به آهي. مفسرين جو خيال آهي ته "روح المعاني ص 67 ج 17" يعني ذوالڪفل جي نالي جا مختلف قول آهن ۽ ان ۾ ڪا ڳالهه صحيح ڪانهي، ڇا ان صورت ۾ جي ڪفل ڪي ڪپل جو عربي ۾ لفظ چيو وڃي ته ڪپل وارو ذوالڪفل جي معنىٰ ۾ آهي جيئن ڪجهه جو خيال آهي. روايتي طور تي هن ڪي رد ڪرڻ جو ڪو سبب ڪونهي. مذهبي دنيا جو ايڏو وڏو انقلابي وجود جيڏو ٻڌ هو جي قرآن ۾ ان جو ذڪر هجي ته ان ۾ تعجب جي ڪا ڳالهه ڪانهي. خاص طور تي اسلام سان جيڪو هن جو تعلق آهي جنهن جي اڳتي هلي ڄاڻ ملندي هي ڳالهه وڌيڪ قابل فهم آهي) ساڳي شان ۾ نظر اچي جيئن هو اڳ ۾هو. (ڏسو "هندوستاني تهذيب ازمنه وسطىٰ" ۾ هندوستاني اڪيڊمي الآباد جي ڇپايل، ٻڌ مت ۽ جين مت جي بيان ۾. اصل ۾ هن جي لاءِ منهنجو ڪتاب "الڪتاب" جو انتظار ڪريو جنهن ۾ قرآن جا سچا تاريخي واعدا جو مقابلو ٻين مذهبن جي ڪتابن جي روايتي حيثيت سان ڪيو ويو آهي. هي قرآن جي پهرين جملي **ذالڪ الڪتاب** جي تفسير آهي)

آرين ڌرم جي هندي شاخ جي بربادي جي تهمت ته ٻڌن ۽ جينن (جين ڌرم جا پوئلڳ) جي مٿي هئين ويندي آهي پر ايران جي سرزمين تي اها باهه ڪنهن لڳائي جنهن ۾ زرتشت ۽ ان جا ڪارناما سڙي رک ٿي ويا. اڄ تائين ويچاري زرتشت جو وجود ئي شڪ جي گهيري ۾آهي، هاڻي تاريخدانن ڪي هن جي وجود تي ئي شڪ آهي. توهان پاڻ انصاف ڪريو ته هن جي آندل دين تي ڪير اعتبار ڪندو؟

گاٿا ڇا هئي؟ ڪٿي هئي؟ ڪنهن ٻولي ۾ هئي؟ آهي ڪو موبد (زرتشتي مذهبي پيشوا) جيڪو پڇڻ وارن ڪي مطمئن ٻين جي شهادتن جي بجائي پنهنجي ذاتي گواهين سان ڪري سگهي! گاٿا جي وضاحت ۽ ترجمو، اوستا ۽ زند اوستا (زرتشتي ڪتابن جا نالا) جا نالا بيشڪ باقي آهن. پر ان جي ايڪيهه گيتن مان سواءِ هڪ جي جنهن ۾چُلهن (آتشڪدن) ۽ ان جي رسمن جي بنياد آهي، ڏارين ڪي ته ڇڏيو پر پنهنجن ڪي به ان تي يقين آهي؟ سمجهه ۾ نٿو اچي ته جيڪي وڃڻ لاءِ آيا هئا اهي اچي هليا ويا پوءِ انسان انهن جي ڳولا ۾ ڇو لڳل آهي؟

هاڻي ليڪا ڪُتڻ واري ڪي ڪو هجي ها ته چوي ها نانگ هليو ويو، ڪاتيون پڳيون، پڄنديون وينديون، هٿ شل ٿيندا ۽ ٿيندا ويندا پر نانگ نه مرندو. دخما (دخما ان کوهه جو نالو آهي جنهن ۾ پارسي پنهنجن مُردن ڪي لوهين شيخن سان ٽيڪ لڳائي ويهاريندا آهن ته ڳجهون انهن جي لاشن ڪي کائن) تي روئڻ وارؤ! زخمن تي واڪا ڪرڻ وارؤ! ٻڌو! جيڪو وڃڻ لاءِ هتي ايندو آ وڃڻ کان پوءِ واپس نه ٿيندو آ. هن دنيا جي اهائي رِيت آ پوءِ وڃڻ وارن لاءِ ڪيستائين ڳوڙها ڳاڙيندؤ؟ اهڙو حال ته انهن جو هوندو آهي جن وٽ

ڪجھ بہ نہ هوندو آ. هر پوين جي لاءِ اڳين جا ناهيل خيالي منصوبا دين بڻجي ويندا آهن. مذهب انهن لاءِ صرف ان ماڻهو جي ڳالھ آهي جيڪو انهن ڪان اڳ اچي هليو ويو. ارڙهين صدي وارن جيڪو خيالي پُلاھ پچايو اوڻويهن صدي وارن لاءِ اها ديني غذا بڻجي وئي. پر سچ اهو آهي تہ ڏهين عيسوي ۾ جيڪو وسوسن جو چار وچايو ويو هو ويهين عيسوي ۾ اهو چار چوٽڪاري جي ٻيڙي تي پوي ٿو ۽ اها حالت انهن جي آهي جن وٽ پنهنجي بزرگن جي نالن ڪانسوءِ ٻي ڪا بہ ڪم جي شيءِ ڪانهي ڪا.

اهي جن جو مذهب جي ميدان ۾ وڏي دعوا آهي، جن پنهنجو نالو ئي ڪتاب وارا رکيو آهي. ڇا واقع! جن ڪتابن جو بار پنهنجي پٺي تي ڪنيون دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ فقيرن وارا ڦيرا ڏيندا ٿا وتن، اهي يهودي پنهنجي ڪتابن جي ذريعي ان موسىٰ عليہ السلام کي ڳولي سگهندا جنهن جي حياتي مان پنهنجي حياتي جو حاصلات حاصل ڪرڻ چاهن ٿا.

مصرين جي غلامي ۾ صديون گهارڻ وارن بني اسرائيل جي ريگستاني رولوئن کي جڏهن الله جي پيغمبر موسىٰ عليہ السلام آسماني تخطيون ڏئي موآب (اردن ۾ پراڻي شهنشاهت) جي سرزمين تي مسافري جي حالت ۾ ابدي آرامي ٿيا، اها سيني کي ڄاڻ آهي تہ ان وقت حضرت يعقوب عليہ السلام جي گهراڻي جا ٻارنهن قبيلا شامل هئا، انهن کي حضرت موسىٰ عليہ السلام پنهنجي زندگي جو محافظ ۽ نگهبان مقرر ڪيو، پر انهن ٻارنهن قبيلن مان ٻن کي ڇڏي باقي ڏهن (بني اسرائيل جا هي ڏھ قبيلا ڪاڏي گم ٿي ويا، انهن جي باري ۾ مورخن جا مختلف خيال آهن. ڪجھ جو خيال آهي تہ افغانستان ۽ سرحد جا پٺاڻ شايد انهن مان آهن، ٻين جو خيال آهي تہ سنڌ ۾ جيڪي شامراڻي تهذيب جا جيڪي آثار مليا آهن اهي شامرون جي انهن اسرائيلن جا آهن. والله اعلم)کي جڏهن نينوا جي نمرود شلما نصر ۽ ان جي پٽ سرگون شامرون جي شهر ڪان ڪڍيو. جيڪي ذبح ٿيا، جيڪي قتل ٿيا، جيڪي جيئري ساڙيا ويا جن ۾ ٻار، عورتون، مردن ۽ پوڙهن جي انهي لکن جي تعداد کي ڇڏي باقي جن مجبورن کي زنجيرون وجهي رسين سان ٻڌي انهن کي سرگون ايشيا جي اُتر ۽ اولھ ڪوهستان ۾ جهنگلي جانورن وانگر پڄائي ڪڍيو تہ ڇا دنيا کي خبر ناهي تہ اسرائيل جي انهن گم ٿيل رڍن ان ڪانپوءِ موسىٰ عليہ السلام ۽ ان جي ڪتاب کي دنيا جي ڪنهن بہ حصي ۾ غلطي سان ياد ڪيو آهي؟

هوندا، شامرون جي ٻُڻ جا اسرائيلي هوندا، دنيا جي انهي قومن ۾ هوندا جيڪي ايشيا جي اُتر ۽ اولھ ۾ آباد آهن، پر ڇا هندوستان جا برهمڻ پنهنجي اسرائيلي هجڻ تي فخر ڪري سگهن ٿا؟ ڇا افغاني يهودي هجڻ جي گار برداشت ڪري سگهن ٿا؟ ڇا سنڌي ۽ بلوچن کي ڪو هي يقين ڏياري سگهي ٿو تہ هو يهودين جي شامروني نسل مان آهن؟ ڇا مارواڙي جي سودي ڪاروبار ڪندڙ شاهوڪارن کي چئي سگهي ٿو تہ انهن جا ابا ڏاڏا فلسطين جا رهاڪو هئا؟ هو حضرت موسىٰ عليہ السلام ڪان وڇڙي ويا هئا ۽ اهو ئي انهن جو مقدر هو. آخر انهن بيوسن جو هي مرحوم قافلو پنهنجي بڪايل ۽ ڏٻرن جسمن جي ڍانچي ڪانسواءِ ٻيو ڇا هو؟ جنهن ۾ انهن جا صرف ساھ

اٽڪيل هئا يا اهي لوهيون زنجيرون ۽ عمر جون رسيون جنهن ۾ ٻڌل پنهنجي گهرن کان ٽڙيا ويا هئا.

”موسوي شريعت“ ”موسوي سيرت“ جي وڏي محافظي طاقت اهڙي نموني دنيا ۾ گم ٿي وئي. هاڻي ديني وعدي جو سچو بار اسرائيل جي ان ٻن قومن جي بچيل ماڻهن تي اچي پيو جيڪي فلسطين جي ڏکڻ ۾ آباد هئا جيتوڻيڪ عملن هو موسىٰ عليه السلام ۽ ان جي شريعت کان پري ٿي چڪا هئا پر نالي ماطر پوءِ بہ ويجهو هئا؟

پر جيڪو وچڻ لاءِ آيو هو ان جي وچڻ جي آخري گهنٽي بہ وڄائجي وئي، اچڻ واري جو وچڻ جو وقت اچي ويو. آشوري برباد ٿيا ۽ بابل آباد ٿيو، ان بابل جو مشهور بادشاه نمرود بخت نصر طوفان جيان آيو، ڪڪر جيان چڙهيو ۽ بجلي جيان ڪريو. اسرائيل جي ان ٻن ڏتڙيل قومن تي فَجَاسُوا خِلالَ الدِّيَارِ(سورت الاسرا آيت 5) هو شهرن ۾ ڪاهي پيا. هن ڳالهہ تي يهودي ۽ غير يهودي تاريخدانن جو بيان آهي تہ هن ” پوري بني اسرائيل قوم کي گرفتار ڪرايو، خدا جي گهر جون سڀ شيون ڦريائين، حضرت سليمان عليه السلام جي ناهيل پاڪ جاءِ (هيڪل سليماني) ڪيرائي پَٽ ڪري ڇڏيائين، سچو شهر ڊاهي ڍير ڪيو ويو، شهري جا حفاظتي منارا ڪيرائي شهر جي هر جاءِ کي باهہ ڏئي هر شيءِ کي ساڙي رک ڪري ڇڏيائين“ (تاريخ يهود ليڪڪ: شرر ص 61) هي هو انهن جي شهر ۽ ملڪ جو حال پوءِ موسىٰ عليه السلام ۽ ان جي ڪتابن جي نگرانن تي ڇا گذري؟

پوري بني اسرائيل قوم گرفتار ٿي بابل رواني ٿي، بخت نصر يهودين جي بادشاه صدقياه کي پڪڙي پاڻ سان گڏ وٺي ويو ۽ بابل پهچڻ کانپوءِ هن جي پٽن کي هن جي سامهون مختلف اذيتون ڏئي ماري ڇڏيو، هن کي اهي هانءُ ڏاريندڙ عذاب ڏيکاري، هن جون اکيون ڪڍي ڇڏيون جيئن هو ٻي ڪا بہ خوشي ڏسي نہ سگهي.

يهودين جو بادشاه انڌو ڪيو ويو جيتوڻيڪ يهودي زنده رهيا پر اها ڪهڙي زندگي؟ تمام مشڪل ۽ سخت ترين پورهئي جي ڪمن ۾ گهاريندڙ زندگي کي ڏسي ڳوڙها ڳل ڳراٽيون پائيندا هئا. مذهبي رسمون ادا ڪرڻ تي پابندي هئي، نہ قرباني ڪري ٿي سگهيا ۽ نہ وري روزا رکي ٿي سگهيا (ساڳيو ڪتاب ص 16). عملي طورتي هو شريعت موسوي جي رسمن کان الڳ ڪيا ويا ۽ يهودين جي جيڪا ڪتابي اثاث هئي ان جي باري ۾ هي تاريخي شاهدي آهي تہ ” تورات ۽ ٻين پراڻن آسماني ڪتابن جي ڪا بہ خبر ڪو نہ هئي ڇاڪاڻ بابل وارن جي حد کان وڌيڪ ظلمن جي ڪري يهودين جي قديم تاريخ ۽ انهن جي پراڻا ڪتابي اثاثن سان گڏ هنن جي پاڪ ڪتابن کي فنا ڪري ڇڏيو“ (تاريخ يهود ليڪڪ: شرر ص 59)

اسرائيل جون هي ٻئي قومون موسوي دين جو آخري سهارو هيون سو بہ ٽٽي ذرا ذرا ٿي ويون

اها حقيقت آهي تہ غلامي جي رسوا ڪندڙ زندگي ۽ قيد جي هن خواري کان يعقوب عليه السلام جي هن ٻُڻ کي ڪجھ عرصي کان پوءِ آزادي ملي جڏهن موت جي فرشتي هنن جي پنن تي پيار جي ٿپڪي ڏني. هاڻي باقي هنن جي اها اولاد بچي جنهن غلامي واري ملڪ ۾ اک کولي، جتي هن لاءِ مذهبي تعليم ممنوع هئي ۽ مذهبي ريتن ۽ رسمن کي ملهائڻ ڏوهہ هيو پر پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ جي روچ راڙي ۾ هنن جي ڪنن ۾ آواز پئي تہ هو بہ ڪنهن دين جا وارث ۽ خدا جي پيغمبر عليه السلام جي امانت جا نگهبان آهن.

روچ ۽ راڙي جي انهن آوازن جو اهو اثر ٿيو جو جڏهن (سائرس) شاهہ ايران نمرود ۽ عراق جو عرق ڪيو تہ هن اسرائيلين کي بہ آزاد ڪري ڇڏيو. انهن جو وڏو جٿو سهڪندي سهڪندي ان خاڪ جي ڍير تي اچي پهتو جيڪا حضرت داؤد عليه السلام ۽ حضرت سليمان عليه السلام جي شهر ۽ هيڪل جي سڙڻ کانپوءِ يروشلم جي ميدانن ۾ پئي هئي. يهودين جي هن پهرين قافلي جا ڏينهن جڻ روئڻ ۽ پڇتائڻ ۾ گذريا ايستائين جو اهو قافلو بہ اچي ويو جنهن ۾ دين جو سچو ڏک رکندڙ نوجوان عزرايا (حضرت عزيز عليه السلام) هو، هن جي ياد ڏيارڻ تي ماڻهن کي موسىٰ عليه السلام جي ڪتاب جو خيال آيو جنهنجو دنيا ۾هڪ پنو بہ موجود نہ هو ۽ نہ وري بابل جي اسيري واري زندگي ۾ يهودين جي ذهنن ۾ ڪو هن ڪتاب جو مڪمل ڇا پر هلڪو خاڪو بہ موجود ڪو نہ هو.

ڪوٽيو ويو، خاڪ جو اهو ڍير ڪوٽيو ويو، ڇيو وڃي ٿو تہ رک ۽ ڪوئلي جي ان ڍير جي هيٺان ڪنهن تهہ خاني ۾ حضرت عزيز عليه السلام کي تورات جو اهو نسخو هٿ آيو جنهن جي حفاظت اسرائيل جا اهي بہ قبيلا اهڙي طرح ڪندا هئا جو يهودين جي گهرن ۾ نہ پر هيڪل ۾ ان جو صرف هڪ نسخو موجود هوندو هو، جنهن کي ستين سال يهودي اهڙي طرح ٻڌندا هئا جيئن اڄ ڪلهہ جا مسلمان تراويح جي صورت ۾ هر شهر ۽ ڳوٺ ۾ قرآن ٻڌڻ ضروري سمجهندا آهن.

باهہ کان بچيل ۽ رک جي هيٺان نڪتل هي نسخو خدا جي قدرت سان بچي ويو يهودين جي چوڻ مطابق. ان باهہ سليمان[4] جي هيڪل جو ذرو ذرو ساڙي چٽ ڪري ڇڏيو پوءِ بہ هي نسخو ٻين سيني نسخن کان اصلي قرار ڏنو ويو جنهن کي يهودين پنهنجي نجات جو ذريعو ٻڌايو.

جڏهن حضرت موسىٰ عليه السلام تائين پهچڻ جا سڀ گس بند ٿي ويا تہ خاڪي (ڪوٽيل) نسخي جو سوراخ نڪري آيو. زماني زور لڳائي ڪئي ڀيرا هي سوراخ بند ڪرڻ جي ڪوشسس ڪئي، پر هر ڀه سئو سالن کانپوءِ ڪڏهن يونانين تہ ڪڏهن رومي جابرن سوراخ بند ڪيو پر هر ڀيري يهودي ان کي ڪوٽي ڪڍي ايندا هئا. انٽونيس يوناني تورات جي پنن کي ڳولي ڳولي ساڙايو ۽ هيڪل کي وري ڊاهي پٽ ڪيو ان جي جاءِ تي پيٿر جو مندر جوڙايو ۽ حڪم ڏنو تہ جنهن وٽ بہ تورات جو هڪ ورق بہ نڪتو تہ اهو ماريو ويندو پر يهودين جو چوڻ آهي تہ ڪنهن مقامي يهودي

بادشاهہ جي دؤر ۾ وري هنن تورات کي نئين زندگي بخشي. انٽونيس ڪانپوءِ رومي قهرمان طيطس جو فساد باهہ جيان پڙڪي اٿيو. هن يارنهن لک يهودين کي قتل ڪيو ۽ هيڪل سليماني هن جي فوج هٿان ساڙيو ويو ۽ وري تورات سڙي ناياب ٿي وئي پري يهودي چون ٿا تہ ڪنهن نہ ڪنهن ذريعي وري توارت کي حاصل ڪري ورتو جيتوڻيڪ تورات صرف هيڪل سليماني ۾ يا شاهي خزاني ڪانسواءِ ٻيو ڪٿي بہ نہ رکي ويندي هئي. طيطس ڪانپوءِ رومي قيصر هڊرسن پنج لک يهودين جو ڪوس ڪرائي انهن جي ڪتاب سان اهو ڪيو جئين اڳين ڪيو هو. هن بہ پيٽر جو مندر اتي جوڙيو جتي سليمان عليه سلام مسجد نهرائي هئي. هن يروشلم جو نالو مٽائي ايلياهہ رکيو. اسلام جي اچڻ تائين ان جو اهوئي نالو رهيو. جڏهن اچڻ وارو آيو ۽ جهڙي طرح هن دنيا جي پاڪبازن جي عزت ڪئي ائين يهودين جي هن پاڪ شهر جو نالو مٽجي بيت المقدس ٿيو.

تباهين ۽ بربادين جو اهو سلسلو ائين جاري رهيو، سمجهي سگهجي ٿو تہ حضرت موسىٰ عليه السلام تائين پهچڻ جو هي اونداهون ۽ سوڙهو سوراخ حادثن ۽ واقعن جي طوفانن ۾ ڪيستائين کليل رهي سگهي ٿو ۽ ان هوندي بہ يهودين جي دعوا آهي تہ وڃڻ جي باوجود بہ هو حضرت موسىٰ عليه السلام کان نہ وڇڙيا آهن. دنيا فيصلو ڪري سگهي ٿي تہ جيڪا آرسي يهودي ڏيکاري رهيا آهن تنهن ۾ سچ پچ حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ ان جي پاڪ تعليم جو عڪس نظر اچي سگهي ٿو جيڪا هن جي سچي تعليم هئي؟ رک جي هن ڍير مان جيڪو "موسوي شريعت" جو سانچو جوڙيو ويو آهي، ڇا سچي پچي هو حضرت موسىٰ عليه السلام جي تعليم جو قالب ٿي سگهي ٿو؟ جن مان سچائي جي اج ئي ختم ٿي وئي هجي، جن کي يقين جي بجائي شڪ جي ٿانڊن تي ليٽڻ ۾ مزو ايندو هجي، انهن سان بحث بيڪار آ پر جن ۾ سچ جي بيقراري آ جيڪي سچ ۾ ايمان جا متلاشي آهن ڇا اهي شڪ ۽ شبهات جي انهن اونداهين ، وسوسن ۽ وهمن جي اهڙي خوفناڪ جهنگن ۾ داخل ٿي سگهن ٿا تہ انهن کي اُتي دائمي زندگي جو چشمو نصيب ٿئي.

کهڙي نہ عجيب ڳالهہ آ تہ اندازن بہ هزار سالن کان جنهن سُرمائي (سڙي ويل) تورات جا بہ فقط ترجما ۽ غلط سلط ترجمن جي ترجمن جو رواج هجي. جنهن ۾ اهڙيون ڳالهيون ۽ اهڙا نالا تمام گهڻي تعداد ۾ هجن جيڪي حضرت موسىٰ عليه السلام جي دور ڪانپوءِ جا هجن، جن ۾ حضرت موسىٰ عليه السلام جي وفات ۽ دفنائڻ جون داستانون هجن ( استثناء باب 34)

شايد ئي ڪو اهڙو! هجي جنهن کي اهڙو ڪوڙ هضم ٿئي ۽ هو هن کي حضرت موسىٰ عليه السلام تي نازل ٿيل ڪتاب مڃي. ٿي سگهي ٿو تہ مذهب ۾ منطق جو عمل دخل هجي پر ڇا ايتري حد تائين جو وڏي واڪي جن ڪتابن ۾ پاڪ پيغمبرن تي شراب يا حرام ڪاري جا الزام

لڳايا ويا هجن. حضرت لوط عليه السلام جهڙي نبي کي ( العياذ الله — الله جي پناهہ) پنهنجي نياڻين سان ڳنديو ويو آهي. الله تعالى جي ڪلام کي اهڙين بيهوده گارين سان پريو ويو هجي، جن کي بازاري غندا بہ پنهنجي زبان تي آڻڻ کان شرمائيندا هجن. جنهن ڪتاب جو خدا پڇتائيندو، روئيندو هجي، ڇا اها ڪتاب ان پالڻهار جي تي سگهي ٿي جنهن جي پاڪائي ۽ حمد جا ترانہ حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ ان کانپوءِ ايندڙ پيغمبرن دنيا کي ٻڌايا؟

ان رومن ڪيٿولڪ پادري جي قلم مان بحث جي شڪل ۾ ئي سهي ، پر هڪ پروٽسٽنٽ کي خطاب ڪندي ڪهڙا نہ صحيح لفظ نڪتا آهن :

”هاڻي مان ڪنهن بہ پروٽيسٽنٽ کان پڇان ٿو تہ ڇا هو پنهنجي نجات جي دلجوئي لاءِ ڪنهن اهڙي ڪتاب تي ڀروسو ڪري سگهي ٿو، جنهن کي هو ڪلامي الاهي ثابت نٿو ڪري سگهي. اهڙي ڪتاب جنهن کي هو سمجهي نٿو سگهي، اهڙي ڪتاب جنهن کي جاهل ۽ ڪمزور پنهنجي بربادي جي لاءِ پڙهندا هجن، اهڙي ڪتاب جنهن جا گهڻا حصا گم هجن، اهڙي ڪتاب جيڪا غلطين سان ڀري خراب ڪئي وئي هجي. جنهن ۾چوٽڪاري جي ڪا بہ شيءِ موجود ڪانهي. ڇا اهڙي ڪتاب ايمان جوحرف آخر ۽ گناهن جو ذريعو ٿي سگهي ٿي؟ (ڪتاب مراة الصدق مصنفه پادري بيدلي ترجمو مسز نڪلسن ص 161) “ جيڪي پنهنجي ديني شريعت جو بنياد هن ڪتاب کي قرار ڏين ٿا جي انهن جي سچي هجڻ جي اها دليل آهي تہ پوءِ ڇو نہ اعتبار ڪجي ته خدا کان جيڪا ڪتاب وجڻ لاءِ آئي هئي تنهن جي وجڻ جو وقت اچي ويو هو. انهي لاءِ چوندا آهن تہ نصيب، اتفاق يا بدنظمي طور نہ بلڪ تقديري نظام تحت اها ڪتاب آئي هئي ۽ انهي نظام تحت هو جيڏانهن آئي تيڏانهن وئي ۽ جهڙي طرح اسرائيل جي ڏهن قبيلن کي وڇڙڻ کان پوءِ حضرت موسىٰ عليه السلام ۽ ان جي تعليمات نصيب نہ ٿي سگهي. بلڪل اهڙي طرح باقي ٻہ قبيلا بہ گم ٿي ويا آهن پر هو اجان تائين ان غلط فهمي ۾ آهن تہ اسان ليجي ويا آهيون.

باقي رهيون دنيا جون اهي مذهبي جماعتون جن جي پيغمبرن ٿوڙي نبوت دوران انهن کي صاف صاف لفظن ۾ چئي ڇڏيو هو تہ ” منهنجو وجڻ توهان جي لاءِ بهتر آهي چو تہ اچڻ وارو منهنجي وجڻ ڪانسواءِ نہ ايندو“

ائين چئي هو هليو ويو پر عيسائي چون ٿا تہ هو ناهي ويو، جڏهن هنن کان پڇبو آهي تہ اوهان مسيح عليه السلام ۽ ان جي زندگي کي ڪهڙي نموني حاصل ڪيو، اهو ڏسڻ جو وقت هوندي جڏهن هو هڪ ٻئي کي ڏسڻ ۽ گهورڙڻ لڳندا آهن، ڇا مسيح عليه السلام جو ڪو ڪتاب توهان وٽ آهي؟ يا هن جي ڪتاب جو ڪو ترجمو توهان وٽ آهي؟ حيرت جي خاموشي ڪانسواءِ انهن مسڪينن وٽ ڪو ٻيو جواب نہ هوندو آهي. بي نامي ماڻهن جي هٿن ۾ ڪجھ ميلادي مسودا آهن، جنهن جي قدر ۽ قيمت مسلمانن جي انهن ميلادي رسالن کان وڌيڪ ڪونهي جنهن کي

سعيدي يا شهيدي وغيره جي نالن سان ٻن ٻن ۽ ٽن ٽن پيسن عيوض گشتي مولود ڳائڻا هندوستان ۾ پڙهندا وتندا آهن. انهن رسالن جو نالو انجيل رکيو ويو آهي اهڙن قسمن جي هزارن انجيلن مان چونڊي دهل وڄايو ويو آهي ته خدا جي ڪتاب ملي وئي آهي ڇوٽڪاري جي راهه ملي وئي آهي.

انهن ڪتابن جو انتخاب ڪيئن ٿيو هر عيسائي کي خبر آهي ته ( مشرقي روم جي فليس شهر ۾ 325 ع ۾ قسطعطين اعظم جي چوڻ تي هن شهر ۾ عيسائي عالمن جو هڪ ميڙ ٿيو. جنهن ۾ 300 کان مٿي بشپ ۽ پريسٽس شام ۽ عراق کان وٺي برطانيه کان شامل ٿيا. ٻن مهينن تائين هي ميڙ متو رهيو ۽ ان ميڙ " ٽي هڪ آهي ۽ هڪ ٽي آهن" جي راز کي عيسائي مذهب جو بنياد بنائي ڇڏيو.) نيفيا ڪائونسل وارن گرجا جي صدر مقام  تي انجيلن جا هڪ ٻئي مٿان ڍير لڳائي ڇڏيا ۽ چيو وڃي ٿو ته ان جي هيٺان جبن وارا پادري اکيون ٻوٽي سجدي ۾ ڪري پيا ۽ منتر پڙهڻ لڳا.

" جيڪا ڪوڙي آهي سا ڪري پوي" چون ٿا ته سڀ ڪري پيون صرف چار ۽ انهن سان گڏ پولس جا ڪجھ خط ڪرڻ کان بچي ويا. سجدي مان سر ڪڍي انهن کي مٿي لا تو ويو.

ان ڪانپوءِ " مسيح عليه السلام جي سچي انجيل اها آهي" اهڙن آوازن سان آسمان کي سر تي کنيو ويو. چيو وڃي ٿو ته انهن پادرين مان ٻن جي وفات به ٿي وئي.  انهن جي قبرن تي رات جو ان رپورٽ جو مسودو رکيو ويو ۽ صبح جو ان تي انهن موئل پادرين جون صحيحيون ٿيل هيون.
 اصلاح، اعتراض ۽ چونڊ جي اهڙي عجيب ۽ غريب طريقڪار تي نه دنيا پهريان عمل ڪيو هو ۽ نه وري ان ڪانپوءِ ان جي ڪا نوبت آئي.  اهڙي فيصلي مان هنن ۾ يقين پيدا ٿيو ۽ ان يقين تي عيسائي زندگي گهاري رهيا آهن.

" أُفٍّ لَّكُمْ وَلِمَا تَعْبُدُونَ" " افسوس آهي توهان تي ۽ توهان جي معبودن تي" جيتوڻيڪ مسيح عليه السلام پاڻ فرمايو هو ته " منهنجو وڃڻ توهان جي لاءِ ڀلو آهي" جيڪڏهن عيسائي ان ڳالھ تي ڪن ڏين ها ۽ جيڪو وڃي چڪو آهي ان جي هجڻ تي ضد ڪري ويهي نه رهن ها ته مسيحؑ جي وڃڻ ڪانپوءِ جيڪو وڃڻ لاءِ نه پر اچڻ لاءِ آيو آهي ان کي سڃاڻڻ ۾ ڪيڏي نه سولائي ٿين ها، نه هنن کي ميز تان انجيل ڪيرائڻ وارو منتر پڙهڻون پوي ها ۽ نه وري موئلن کان صحيون وٺڻيون پون ها.

ڇا صرف عيسىٰ عليه السلام دنيا کي اچڻ واري جو انتظاري ٻڌايو جيڪو مسيحؑ جي وڃڻ سان اچي ويو. سچائي هي آهي ته جي عيسائي هن گهٽ مدتي نبوت کي تعميري ناهڻ بجائي عيسىٰ عليه السلام وانگر خبر ڏين ها "وَمُبَشِّرًا بِرَسُولٍ يَأْتِي مِن بَعْدِي اسْمُهُ أَحْمَدُ ۖ (توهان کي )

بشارت ڏيو ڏيان هڪ رسول جي جيڪو مون کانپوءِ ايندو جنهن جو نالو احمد ﷺ هوندو“ (سورت صف آيت 6) ۽ تشهيري ٿين ها تہ هو عيسىٰ عليه السلام جي جاءِ تي انکي ڳولين ها جنهنجي لاءِ عيسىٰ عليه السلام جي آمد ٿي.

مسيح عليه السلام جيکر اِن ريت چيو هو تہ اهوئي چوڻ لاءِ آيو هو. جهڙي طرح الهندي واري زمين جي زرخيزي لاءِ پنهنجو فرض ادا ڪيو تهڙي طرح هن کان پنج سئو سال اڳ پوربي ملڪن کي هڪ پورب ڪرڻ واري، جنهن مذهب جي توتاري ايران کان چين تائين وڃائي. (عيسا عليه السلام کا ن ساڍا چار سئو سال اڳ پارت ۾ ٻڌ جي نالي سان هڪ تحريڪ هلي جنهن آهستي آهستي جدا جدا اوپر وارن ملڪن ( چين، هندوستان، ترڪستان، منگوليا وغيره )کي هڪ مذهبي رشتي ۾ جوڙي هڪ اوپر ڪري ڇڏيو. اهڙي طرح عيسا عليه السلام جي ڪري الڳ الڳ اولهون هڪ اولھ تي وئي. جڏهن هي ٿي چڪو تہ هو آيو جنهن اوبرن ۽ اولهن جو قصو ئي ختم ڪري ڇڏيو، دنيا کي هڪ دنيا، هڪ مذهب، هڪ ڪتاب ۽ هڪ قبيلي واري دنيا ڪري ڇڏيو. مان ٻڌ کي آنحضرت ﷺ جو اوپر وارو پيشوا ۽ عيسا عليه السلام کي اولھ وارو پيشوا خيال ڪندو آهيان)

ٻڌو! هو دنيا کان دستبردار ٿيندي ڇا وصيت ڪئي! جيتوڻيڪ گهٽيو شيون وقت جي وهڪري ۾لڙهي ويون آهن پر جيڪي ميسارجڻ کان بچي ويون آهن انهن مان مهاتما ٻڌ جو هي آخري گفتو بہ آهي جيڪا هن مرڻ گهڙي پنهنجي خطابي نندا جي ڪن ۾اوتيو اهو خادم ان وقت (ٻڌ جي وڇڻ جي ڏک ۾) هن جي قدمن کي پنهنجي ڳوڙهن جا هار پارائيندي چئي رهيو تہ ” آقا اوهان جي وڇڻ کان پوءِ دنيا کي ڪير شڪشا ڏيندو“ مهاتما ٻڌ ورائيندي چيو : ” نندا مان ڪو پهريون ٻڌ ناهيان جيڪو زمين تي آيو آهيان ۽ نہ وري ڪو آخري ٻڌ آهيان. پنهنجي وقت تي دنيا ۾ هڪ ٻيو ٻڌ ايندو. پاڪ ، روشن دل، هن جوهر عمل دانائي سان پريل، مبارڪ، ڪائنات جو علم، انسانن جو بي مثال سردار، جيڪي غير فاني حقيقتون مان ظاهرڪندو رهيو آهيان هو بہ اهي ظاهر ڪندو، هو هڪ خالص نظام دينِ حيات جي پرچار مون وانگر ڪندو.

نندا : اسان هن کي ڪئين سڃاڻينداسين؟

ٻڌ : هو ”ميتريا“ جي نالي سان مشهور ٿيندو.

16 آڪٽوبر تي الاه آباد مان نڪرندڙ مشهور انگريزي اخبار ليڊر ۾هڪ ٻڌ مذهب واري جو مضمون صفحي ست ۽ ڪالم ٽي تي ڇپيوجنهن ۾ هن ” ميتريا“ جو ترجمو هيئن لکيو آهي ”هو جنهن جو نالو رحمت آهي“ . ڇا ان کانپوءِ ڪا شڪ جي گنجائش آهي تہ رحمت للعالمين جي اولاهين فوج جي هراول دستي ۽ پرچارڪ جڏهن پنهنجي فرض کان دستبردار ٿيو تہ هن ٻين وانگر پنهنجي فرض کي تمام بهترين نموني سان ادا ڪيو. هن کي دنيا چاهي ڇا بہ سمجهي پر واقعات ٻڌائن ٿا تہ هو بہ دنيا لاءِ رحمت هو ۽ اوپر وارين ٻنين کي فصل لاءِ تيار ڪندڙ هو. بيشڪ چين، ايران، بخارا، خراسان، ترڪ، تاتار، منگوليا، افغانستان، سرحد، بلوچستان، سنڌ ۽ هند جي

ٻُڌن رحمت جي هن برسات مان ايترو لاڀ پاتو جيترو دنيا جي ٻي ڪنهن به قوم ناهي حاصل ڪيو.

ڪاش! اولھ جي پيشوا جا مجيندڙ به تن کي هڪ ۽ هڪ ڪي ٽي ثابت ڪرڻ واري لاحاصل بحث بجاءِ پنهنجي هادي جي هن آس کي پورو ڪن ها، جنهن کي پورو ڪرڻ ئي هُن جي وجود جو مقصد هو (صلوات الله عليهم والسلام) "انهن تي الله جون برڪتون ۽ سلامتي هجي". ۽ تمام جلد هو پنهنجي هن خواهش کي پورو ڪرائيندو.

ڇا رڳو صرف اوير ۽ اولھ جي هن ٻن پيشوائن هن جي اچڻ جو اعلان ڪيو؟

جيڪو "عهد جو رسول" ۽ "ميثاق جو نبي" (ملاڪي (يهودي) نبي جي ڪتاب ۾ آنحضرت جا لقب آهن) هو. ان سان وعدوڪرڻ وارن مان ڪنهن واعدي خلافي ڪئي! هي ٻئي ته هن کي گهٽو ويجهو هئا. پرجيڪي هن کان پري تمام پري هئا، ڇا انهن به هن (محمد ﷺ) سان پنهنجي محبت جو اظهار ناهي ڪيو! طور سينا جي روشني ۾ حضرت موسىٰ ڪليم الله (عليه السلام) کي ڏيکاريو ويو، ڏسي هن رڙ ڪري چيو " خدا سينا مان نڪتو، شعير مان چمڪيو ۽ فاران (مڪه) جي جبلن مان ڏھ هزار قدوسين سان گڏ ظاهر ٿيو" (استثنا باب 33:2)

ڏسو حضرت موسىٰ عليه السلام هن کي ڏسي رهيو ۽ هن جي صدقي هزار سال اڳ انهن کي به ڏسي رهيو جن صرف هن (محمد ﷺ) کي ڏسي ملائڪن جو رُتبو حاصل ڪيو، هڪ ٻن کي نه پر ڏھ هزارن جي تعداد کي ڏسي رهيو هو، انهن جي قدوسيت (پاڪائي) جي گواهي به ڏئي رهيو. حضرت داؤد عليه السلام هن جي گهر کي ڏسڻ جي خواهش ۾ بيچين ٿي ٿي بانسري مان هي پر سوز سُر ڇيڙندا هئا.

. ڀاڳ وارا آهن تنهنجي گهر ۾ رهڻ وارا،

هو هميشه تنهنجي حمد ڪن ٿا،

هو بڪي (مڪي) مان گذرندي، هڪ کوھ کوٽيندا" (زبور باب 84)

جڏهن قرآن مڪي کي بڪه چيو تڏهن به هنن کي يقين نه آيو، پر قرآن جي مشهور دشمن مارگوليوٿ به گواهي ڏني ته " زبور جو بڪه عرب جي مڪه کانسواءِ ٻي ڪا به جڳھ ڪانهي ۽ نه وري ٻي جاءِ تي سگهي ٿي" (سيرت شبلي حوالو انساڪلوپيڊيا برٽينڪا لفظ . "محمد") پوءِ انڪاري چو چپ آهن جيتوٽيڪ جنهن جي والد بيابان ۾ بانسري وڄائي هئي ۽ ان جي پٽ حضرت سليمان عليه السلام پنهنجي شاهي مسند تي هن جي اڳيان سيس نمايو هو، اشارن ۾ نه بلڪ کلئي عام نالو وٺي پنهنجي دل جو اظهار هنن لفظن ۾ ڪيو.

" وه خلومحمديم زه ودسی زه رعی" ( تسحيبات سليمان پ 12:5)

”هو بلڪل محمدﷺ آهي. هو منهنجو محبوب آهي، منهنجي جند ۽ جان آهي“ ۽ چا هن جي لاءِ ۽ هن جي گهر جي لاءِ صرف حضرت داؤد ۽ حضرت سليمان عليه السلام هي تڙپيا!

”بيابان (عرب) ۽ ان جون وسنديون، قيدار (بن اسماعيل) جا آباد ڳوٺ پنهنجي آوازن کي اوچو ڪندا، سلع (مديني جي اولهه ۾ جبل) جا رهواسي گيت ڳائيندا، جبلن جي چوٽين تان نعرا لڳائي خداوند جو جلال ظاهر ڪندا“ (يسيعياه نبي جي ڪتاب 42:11)

سچ کي ڪوڙ ثابت ڪرڻ لاءِ اوهان جبل کي ڏاهي نٿا سگهو، اڄ به مديني جي ڪنهن به ٻار کان پڇندؤ ته پنهنجي ٻڪرين جي لاءِ گاهه ڪهڙي جبل جي پرسان آڻيندا آهيو ( سلع جبل جي پرسان اجائين کڏ (خندق) جا نشان موجود آهن. هي جبل انڪري مشهور آهي)

جڏهن اچڻ وارو مڪي کان مديني اچي رهيو، جنهن کي حبقوق نبيؑ صديون اڳ ڏسي خوشي منجهان جهومندي چيو : ” الله ڏکڻ کان ۽ هو جيڪو پاڪ آهي فاران جبل کان آيو ۽ هن جي رعب کان آسمان لڪي ويو، زمين احمد جي تعريف سان پرجي وئي“ (ڪتاب حبقوق نبي باب 3)

۽ يسعياه نبيؑ پنهنجي جوشيلي تقرير ۾ هيئن چيو ” عرب جي ريگستان ۾ رات رهندي، اڙي ودانيو! (ودان جا رهواسي) ( ابواء کان 6 ڪلوميٽر پري آهي) پاڻي کڻي اجايل جو انتظار ڪريو. اي تيماء جا رهڻ وارؤ! ماني کڻي ڀڄندڙ کي ملڻ اچو، ڇاڪاڻ ته هو اگهاڙين تلوارن، ڇڪيل ڪماڻن ۽ جنگ جي شدت کان ڀڳا آهن“ (يسيعياه نبي جي ڪتاب باب 21) جا اچڻ واري جي اچڻ تي سلع جي رهواسين ۽ مديني وارن طَـلَـعَ البَـدْرُ عَـلَيْنَا ۽ ٻين اهڙن گيتن سان جبلن جي چوٽين تان نہ جهونگاري رهيا هئا. دنيا جي ڪنهن بہ قوم جي حافظي ۾ هاڻي اهي گيت محفوظ ناهن. ڏسو! انهن پڪارن سان قيدار جي اولاد ( مڪي جي قريش جي عظمت بدر جي ڪوهه ۾ ٻڏي وئي). ڇا نيڪ تاريخ تي اهو ٺيڪ کان اڳ ۽ هزارين سال اڳ يسعياه پيغمبرؑ اهو ئي ته ٻڌائي رهيو هو.

”هڪ سال جي اندر قيدار جي ڏوم ڏام ڌوڙ ٿي وئي“

۽ مان ڇا ٻڌايان ته انهن باوفائن پنهنجا واعدا وفا ڪيا جيتوڻيڪ انهن عهدن کي پوري ڪرڻ ۾ انهن جو سڀ ڪجهه متجي ويو، پر ڪير به نٿو چئي سگهي ته ڪهڙي طاقت انهن خاص ڪتابن کي ميسارجڻ کان بچائي ورتو، ملاڪي نبيؑ سچ چيو هو.

”اهو خداوند جنهن جي ڳولا ۾ تون آهين، (قرآن جي هن آيت وَإِذْ أَخَذَ اللّٰهُ مِيثَاقَ النَّبِيّينَ وغيره (( ۽ جڏهن نبين کان واعدو ورتو ويو......) ۾ صاف اعلان ڪيو ويو آهي ته آنحضرت ﷺ لاءِ سڀني پيغمبرن کانَ واعدو ورتو ويو هو ۽ ان واعدي جو گواهه الله تعاليٰ پاڻ کي ڪيو)

ها! وقت جو رسول جنهن کان توهان خوش آهيو،

هو پنهنجي هيڪل ۾ اوچتو ايندو،

ڏسو! هو ضرور ايندو فوجن جو پالڻهار فرمائي ٿو!

پر هن جي اچڻ جي ڏينهن ڪير بيهي سگهندو

۽ جڏهن هو ظاهر ٿيندو ته ڪير مقابلو ڪري سگهندو" (ملاڪي نبي جي ڪتاب باب 3)

جنهن هيڪل ۾ هو اوچتو آيو (آنحضرت ﷺ فتح مڪه جي وقت پنهنجن 10 هزار اصحابن سان گڏ مڪي ۾ اوچتو آيو. مڪي وارن رات جي ماني پچائڻ لاءِ جڏهن پنهنجي چلهن ۾ باه ٻاري ته ابوسفيان ۽ مڪي وارن ڪي خبر پئي ته پاڻ سڳوراﷺ پهچي ويا آهن). سيني کي خبر آهي ته ڪنهن دؤر ۾ هن کي ختم ڪرڻ لاءِ ٻڌي ڪري جيڪو عهد نامو ڪعبي ۾ لٽڪايو ويو، ان سان به اها ئي حالت ٿي هئي (قريشن ٻڌي ڪري رسول الله ﷺ ۽ سيني مسلمان جي بائيڪاٽ جيڪو قريشن جي وچ ۾ عهد ٿيو اهو انهن ڪعبي ۾ لٽڪائي ڇڏيو پر اڏوهي سڀ غلط ڳالهين کي کائي وئي) جيڪا اِنهن عهد ڪندڙ وارن جي ڪتابن سا ٿي ۽ ڪير آهي جيڪو هن جي گهر ۾ اچي بيهي سگهي ٿو.

" هو سوناري جي باه ۽ ڌوٻي جي صابڻ وانگر آهي" (ملاڪي نبي جي ڪتاب باب 3)

جيڪو سڙڻ لاءِ هو سڙي ويو. جيڪو ڌوپجڻ جي لاءِ آيو هو سو ڌوپجي ويو ۽ جيڪو چمڪڻ ۽ چٽي ٿيڻ لاءِ آيو هو سو چمڪيو ۽ چٽو ٿيو لڪائڻ جي باوجود به اجا تائين چمڪي رهيو آهي. جي هن بحث جي تفصيل ۾ پئجي وياسين ته ڳالهه ڊگهي ٿي ويندي. منهنجي سامهون ته هن وقت صرف اهو آهي ته جيڪي به اچڻ وارا آيا سي وڃڻ لاءِ آيا ۽ دليلن جي شهادتن مان صاف واضح ٿي چڪو آهي ته جيڪو به آيو آخرڪار هڪ هڪ ڪري ڪنهن نه ڪنهن طرح هو پاڻ، هن جي حياتي، تعليم جتان اپريون اُتي ئي لهي ويون. بيشڪ انهن جي اهائي تقدير هئي، قدرت جو قانون اٽل آهي دنيا جي ڪا به طاقت ان کي ڦيرائي نٿي سگهي. هاڻ توهان پاڻ ڏسو! هو آيو، جيڪو اچڻ لاءِ آيو هو ۽ ڪهڙي شان سان آيو، ڪهڙي آن سان آيو. مصر جي غلامي ۾ صديون گهارڻ وارن ۾ نه بلڪ انهن ۾ آيو جن جو ڪنڌ ڪڏهن به محڪوميت جي مڏي هيٺ نه آيو هو، جن جي سوچن کي ڪڏهن به غلامي جو زنگ نه لڳو هو ۽ جيئن ابراهيم عليه السلام کي چيو ويو هو ته:

" هو عربي هوندو، هن جو هٿ سڀن خلاف ۽ سڀن جو هٿ هن خلاف هوندو"

آزادي کي هر شيءِ کان وڌ قيمتي سمجهندين هو پنهنجي ڀائرن جي وچ رهندو"

(ڪتاب پيدائش باب 16 آيت 12)

بيشڪ اولاد آدم ۾ شايد هي هڪ نسل هئي جنهن پنهنجي هٿ ڪي سڀن خلاف ۽ سڀن جي هٿن کي پنهنجي خلاف رکي اهڙي حيات گهاري جيڪا دنيا ۾ ٻي ڪنهن به انساني نسل کي نصيب نٿي. هو انهن ئي آزادن مان ۽ هٺراڏو سامراجي طاقتن جي چنبي مان انسانيت جي آزادي جي نعري سان اٿيو.

دنيا وارا، سڄي دنيا وارا، حد ته تڏهن ٿي جو آزاد دنيا وار ( عرب قبيلا) به، جيڪي انسانن جي اڳيان ته نه جهڪيا پر سڄي طاقتن کان ڇڄي، ڪوڙين قوتن جي وهمي وزنن هيٺان ٿي ساڍا ٽي سئو سال کان دٻيل هئا ( عربن جي جنم ڀومي جنهن جي مختلف حصن ۾ حضرت اسماعيل عليه السلام ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام جون نسلون آباد هيون اندازي مطابق آنحضرت ﷺ جي ولادت کان ٽي ساڍا ٽي سئو سال اڳ هن علائقي جا ماڻهو بت پرستي جو شڪار ٿيا. ان کان اڳ ابراهيمي دين عرب قبيلن ۾ موجود هو. "الفوزالڪبير " شاه ولي الله دهلوي) ۽ ڪيترائي اڃان تائين دٻيل آهن. هو انهن سڀني ڪوڙين قوتن جو انڪاري ٿي اٿيو.

# والدين جي وفات

ڏسو! جنهن جو پيءُ لاڏاڻو ڪري ويندو آهي ته ڪوڙين قوتن جا پوئلڳ پريشان ٿي رڙيون ڪندا ۽ واويلو مچائيندا آهن ته هاڻي يتيم جي پرورش ڪير ڪندو؟ ٻي زوري کي زور چوڻ وارن جو زور ٽوڙڻ لاءِ، هن سان به ايئن ٿيو. پيدائش کانپوءِ نه بلڪ ان کان اڳ جو هو ان ميدان ۾ اچي جتي طاغوتي طاقتن خلاف آزادي جو علم بلند ڪيو ويندو. هو ڏوڪي جي هن قوت کان آزاد ٿي ويو جنهن کي دنيا وارا پيءُ سڏيندا آهن ۽ جهڙي طرح ظاهر ٿيڻ کان اڳ هن ﷺ جي هستي آزادي جي شهادت ادا ڪئي تهڙي طرح ان غلط پروسي جو وهاڻو به هن جي سر هيٺان سَرڪجي ويو جنهن کي اسان ماءُ چوندا آهيون.

# عبدالمطلب جي ڪفالت ۽ ان جي وصال

جيڪو جوين کي الوداع ڪري پوڙهائپ جي پيچري تي باقي بچيل حياتي جا ڏينهن گهاري رهيو هو، هن پوڙهائپ سان گڏ اوهان ﷺ جي ڏاڏي چاهيو ته سچي آزادي جي ظاهر ٿيندڙ حقيقت ۾ پنهنجي شرڪت جو ٿورو شڪ وجهي پر جيڪو پنهنجي دعوا جي پاڻ دليل هجي، ان جي دليل ڪمزور ٿي وڃي ها جي عين وقت تي عبدالمطلب جي سرپرستي جي فريب جو پردو چاڪ نه ڪيو وڃي ها ۽ اهو به چاڪ ڪيو ويو.

# ابو طالب جي ڪفالت

سچائي جهڙين خوبين ۽ تمام خوبصورت چهري سان گڏ هاڻي هن بنا ماءُ ۽ پيءُ جي لاوارث ۽ يتيم جي پيشاني بہ چمڪي رهي هئي. شايد اها نہ چمڪي ها، جي هن جي ڪفالت بيمال ۽ مطاع واري غريب چاچي ابوطالب جي بجاءِ شاهوڪار چاچي عبدالعزىٰ المشهور ابي لهب جي حوالي ٿئي ها. پر شينهن جا ٻچا گدڙن جي ڇُرن ۾ ناهن پلبا. جنهن مينهن ڦڙي ڪي موتي ٿيڻو هوندو آهي اهو دريائي گهوڙن يا ڏيڏرن جي وات ۾ ناهي ڪرندو.

غريب ابوطالب جي ڪفالت هن جي برهاني وجود ۾ ڪهڙي ڪمزوري پيدا ڪري ها. شايد گهٽن کي اها ڄاڻ ڪانهي ڪا تہ گهٽي وقت تائين ابوطالب جو گذر سفر انهن قراريط ( خاص وزن جي معمولي پئسن کي چئبو آهي) تي هو جيڪي اُنن ۽ ٻڪرين کي چرائڻ جي بدلي ۾ مڪي وارا هن جي يتيم ڀائٽي کي ڏيندا هئا. ڪهڙي نہ عجيب ڳالهہ آهي (پالڻ واري کي پالڻون پيو). جيڪو پنهنجي حقيقي ٻارن جي سرپرستي کان لاچار هو ان لاءِ هن مجبور ٿي حضرت جعفر رضہ کي حضرت عباس رضہ جي ۽ حضرت علي رضہ کي پاڻ سڳورن ﷺ جي ڪفالت ۾ ڏئي ڇڏيو.
سيرت ۽ تاريخ جي سيني ڪتابن ۾ حضرت ابوطالب جي معاشي تنگ دستي جي داستان موجود آهي نہ تہ اَنن نون سالن جو ڀائٽيو ٻڪرين چارڻ تي چو مجبور ٿئي ها. هي ڪهڙو نہ اجايو الميو آهي! جنهن کي پالڻهار پاڻ پالي رهيو هو ان کي پالڻ جو سهرو ان جي سر ٻڌو ٿو وڃي جنهن کي خود هن (حضور ﷺ) پاليو.

# دائي حليمہ

هن مسئلي تي بہ سوچن جو قلابازيون اهي ساڳيون آهن جيڪي ابوطالب جي مسئلي ۾ آهن. اوهان ﷺ کي کير حليمہ سعديہ کان مليو پر حقيقت ۾ حليمہ جي ڏاچي، حليمہ جي ٻڪرين، حليمہ جي مڙس، حليمہ جي ٻارن ۽ آخر ۾ سڄي قبيلي کي کير اوهان ﷺ جي ذريعي مليو؟ هن ڳالهہ جي خبر سيني کي آهي پر سمجهن نٿا يا نٿا سمجهڻ چاهن!

# ملڪ عرب

چوندا آهن تہ انسان پنهنجي ماءَ کان ڏار ٿي سگھي ٿو پر ڌرتي ماتا کان نہ! ڇو تہ انسان کي جيڪي ڪجھ ملي ٿو اهو زمين جي ڇاتي مان ملي ٿو.جيڪو ڪائي، پئي ۽ پائي ٿو، جنهن ۾ هو رهي ٿو ايتري تائين جو هو دفن بہ ان ۾ ٿئي ٿو. زمين ۽ زميني سامان کانسواءِ ٻيو ڪجھ بہ ناهي؟ هن ڪوڙ ۾ سچ جو ڪيترو حصو آهي اها ڳالھ سمجھائڻ ۽ سچي آزادي جو رستو ڏيکارڻ لاءِ هن ﷺ کي ان ڌرتي تي پيدا ڪيو ويو جيڪا هر اهڙي شيءِ جي پيدا ڪرڻ کان قاصر هئي، جنهن جي باري ۾ چيو ويندو آهي تہ انسان ان تي زندھ آهي. جن شين مان زندگي جي اوٺر ٿيندي آهي عجيب ڳالھ آهي انهن جي پيدائش جو هتي امڪان ئي ڪونهي ۽ جن شين جي ڪري موت اچي شايد هي علائقو انهن شين جو جهان ۽ مڪان آهي. ساڙيندڙ جهولو، ٺهڪندڙ واري، سڪا سڙيل ، تپيل جبل ۽ ٻين اهڙين شين تي ٻيٽل هي غير آباد وادي آهي ۽ انهن ئي تباھ ڪارين تي بي آباد وادي آباد آهي.

هو باطل پالڻهارن جي اڳيان سجدي ۾ ستل ۽ ملائڪن کي سفارشي سمجھندڙن کي نجات جو گس ڏيکارڻ آيو هو. هن جي ان دعوا جي سچائي ان مان ثابت ٿئي ٿي تہ هو ان ئي سرزمين مان اٿي دنيا کي دعوت ڏئي ٿو؟ ڇا هن جي دعوا ۾ اثر تڏهن پيدا ٿئي جڏهن هو
ڪشمير جي باغن، سوئزرلينڊ جي وادين يا شام جي ميون وارن باغن مان دنيا کي دعوت ڏئي ها.

جو نظر آتے ہیں نہیں اپنے

جو ہے اپنا نظر نہیں آتا (حضرت امجد)

انهن ملڪن ۾ جيڪي ڪجھ نظر اچي ٿو ان جي فريبي چڪرن ۾ ڪيترا اُجايل اُڄ جي حالت ۾ پڻ پڻ ڪندا هميشہ لاءِ قبرن جي حوالي ٿي ويا. جيڪو انهن جي هڪ انچي اک ۾ ناهي، سچ ۾ ناهي. ڪاش جي احساسي نظر ڏوڪيبازي جي دام کان پنهنجي عقلن جو ڪنڌ آزاد ڪن تہ هو هُن ﷺ کي پنهنجي اکين ۾ ائين ڏسن ها جئين هو هُن ﷺ کي ٻاهر ڏسندا آهن.
خير! جنهن ملڪ ۾ ڪجھ بہ نہ هو. جڏهن هن پنهنجي ذات جي ڪردار سان اها گواهي ڏني تہ هتي بہ اهو سڀ ڪجھ ملي سگھي ٿو جيڪو گھٽن کي نہ مليو ۽ نہ وري ملي سگھي ٿو. جن ملڪن جي باري ۾ چيو ويندو آهي تہ اتي ڇا ڇا ناهي؟ ڇا هن اکين ڏٺي ڳالھ کانپوءِ بہ ڪو انسان ڪنهن ڌرتي جو عبد ٿيڻ جو ڏوڪو ڪائي سگھي ٿو.

# قريش ۽ قريش جي حالت

جهڙي طرح هُن ﷺ ڏوڙ ۽ دز جي بار کي چنڊي انسانيت جو مٿو هلڪو ڪيو، چا! دعوا پيش ڪرڻ کان اڳ قدرت پاڻ هن ﷺ کي ۽ هن ﷺ جي مبارڪ وجود کي دليل بڻائي پيش نہ ڪيو؟ تہ جئين ڏرتي ۽ قوم جي ديوتائن جي اڳيان پڃن ڳائڻ وارا انهن (ديوتائن)جي قدمن ۾ پنهنجي ۽ پنهنجي ٻچن جي رت جي پيٽ اهو سمجهي چڙهائيندا هئا تہ قوم جي وجود ۾ افراد جي ضمانت لڪل آهي. اهڙا انسان صرف قوم ۽ افراد جي بقاء کان نہ بلڪ بقاء جي راز کان ئي ناواقف آهن.

ڏسو! هن ﷺ جي پيدائش اهڙي ملڪ ۾ ٿي جنهن ۾ ڪجهہ بہ نہ هو، اهڙي طرح اها قدرت جي ڪاريگري هئي تہ هو ﷺ جنهن قوم ۾ پيدا ٿيو انهن وٽ بہ ڪجهہ نہ هو. اهڙي قوم کان هو چا حاصل ڪري ها، ڪهڙو دل، ڪهڙو دماغ ۽ ڪهڙي صحبت حاصل ڪري ها. جن وٽ پاڻ ڪجهہ نہ هو ۽ جي ڪجهہ هو بہ سهي تہ جهڙو ظاهري حال هو تهڙو اندروني حال هو. انهن جا دل انهن جي جبلن کان وڌيڪ سخت ۽ دماغ انهن جي بنجر زمين کان وڌيڪ بنجر هئا. انهن جي صحبت ۾ ويهڻ سان انسان سنورڻ جي بجاءِ بگڙجي ويندو هو. انهن جي صحبت ۾ پلجڻ وارا اسرڻ جي بجاءِ نسرندا هئا. ها اهي بہ انسان هئا. مڪو ڪو صحرا نہ هو بلڪ شهر هو. اهو مڄو سين تہ هن ۾ نہ ڪو اسڪول، نہ ڪو ڪاليج ۽ نہ وري ڪا يونيورسٽي هئي، نہ سوسائٽي، نہ ڪلب، نہ وري ڪي ڪارخانا هئا، اصولي طور تي نہ علمي يا سياسي ادارا هئا پر پوءِ بہ هو شهر هو ۽ ان ۾ شهريت جا ڪجهہ اصول هئا. هڪ عبادت گاهہ هئي، جنهن جي زيارت ڪرڻ لاءِ آس پاس کان مسافر ايندا هئا. هي شهر اتر ۽ ڏکڻ جي واپاري رستي تي آباد هو.

# ٻالڪپڻو ۽ ڏنارڪو ڏنڊو

شڪ جي هن پردي کي چاڪ ڪرڻ لاءِ بہ شايد هي ڪو غيبي منصوبو هو. جنهن عمر ۾ وڻڻ گهرجي ان عمر ۾ ڏيڻ لڳو. عمر جي ٻالڪپڻي واري حصي ۾ گهريلو حالتن جي مجبورين ڪري شهر ۽ شهريت کان الڳ ڪري اوهان ﷺ کي جهنگ ۾ آندو ويو. انسانن جي چراگاهہ جي بجاءِ جانور اوهان جا ساٿي مقرر ڪيا ويا. واپار جي پيشي ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ويهہ ٻاويهہ سالن تائين اوهان ﷺ جو اهوئي وهنوار هو. صبح ٿي گهر گهر وڃي ٻاڪرو مال ۽ اُٺن جا ڏڻ گڏي ڪري ريگستان هليو ويو ۽ شام جو واپس اچي سيني جا جانور انهن جي گهرن ۾ ڇڏي اچي گهر پهتو جيڪو مليو سو ڪائي ٽڪل ڏنار وانگر انسانيت جو هي عظيم ڏنار سمهي پوندو هو. شهر ۾ چا ٿي رهيو آهي، ڪير آيو، ڪير ويو، شايد ئي ان ڳالهہ جي ڪا خبر ملندي هجيس. هن ڳالهہ مان ئي ان جو اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ ڏنارڪي واري پوري زندگي ۾ صرف هڪ پيرو عمر جي

تقاضي مطابق هن کي ڪنهن جي شادي ۾ راڳ ٻڌڻ جو شوق ٿيو، شايد انهي شوق جي ڪري چراگاهه کان جلدي واپس آيو. پنهنجا ڪم ختم ڪري، شام جو شادي واري گهر ۾ پهتو، اجان راڳ شروع به نٿيو هو ته ڏنارڪي ڪم جي ٿڪاوٽ ٿيڪيون ڏئي هن کي سمهاري ڇڏيو. جڏهن اک کلي ته محفل ختم ٿي چڪي هئي ۽ اوپر جو ناچو افق تي پنهنجو ناچ پيش ڪري رهيو ۽ اُس نڪري چڪي هئي.

هي ته ان وقت جو حال هو جڏهن هو قوم کان ڪجهه وٿي تي سگهيو پر قدرت هن جي دل، دماغ، عقل ۽ طبيعت کي معاشري جي ڪا به عادت حاصل ڪرڻ نه ڏني بلڪ هن کي اهي سڀ شيون وندڻ وارو ڪيو. اڄ تائين ڪنهن کان ڪنهن کي ڪجهه به ناهي مليو جيئن عيسىٰ عليه السلام فرمائيندو هو: ”مون وٽ اجان گهڻيو ڳالهيون آهن جيڪي اوهانکي ٻڌائڻ چاهيان ٿو پر توهان انهن کي برداشت ڪري نه سگهندؤ. پر جڏهن فارقليط (احمد) ايندو ته سچائي جا سڀ رستا ٻڌائيندو“ (يوحنا باب 16 (12-13)).

ظاهر آهي فرض جي جنهن منصب تي هو فائض هو، هن جي قوم جو هن سان جيڪو سلوڪ شروع ٿيو. ان حالت ۾ هن کي انهن مان ڪجهه به نه ملي سگهيو ٿي. جڏهن هو هن جي هر شيءِ بلڪ زندگي تائين ڪسڻ جي چڪر ۾ هر وقت تيار هئا پر ٻئي طرف جنهن کي پنهنجي قوم کان ڪجهه به نه مليو، نه علم، نه عمل مليو چاڪاڻ ته هو پاڻ انهن شينِ کان ڪورا هئا پر پنهنجي آزادي جي حفاظت لاءِ هنن ۾ جيڪو جاهلاڻو قومي جذبو ۽ خانداني غيرت جو جيڪو جوش هو تنهن کان به هن ﷺ کي قدرت محروم رکيو. چا هن ﷺ کلي عام پنهنجي ڪردار سان اهو ثابت نه ڪيو آهي ته قوم جي چاهڻ سان ڪجهه نه ملندو آهي ۽ نه وري پنهنجي چاهڻ سان قوم کان ڪجهه ملندو آهي بلڪ جنهن جو سڀ ڪجهه چاهيل هجي ان کي چاهڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. بلڪ جنهن کي جيڪو به ملي ٿو اهو هن (الله) جي چاهڻ سان ملندو آهي هن دعوا جي سڀ کان وڏي دليل پاڻ هن ﷺ جي هستي ۽ هن ﷺ جي زندگي هئي.

# حجر اسود جو جهيڳڙو

هو ﷺ پنهنجي قوم جو احسان ڪٽڻ کان ڪيٻائيندو هو ۽ ڪڏهن به هن انهن جو احسان نه ڪنيو پر جڏهن انهن تي احسان ڪرڻ جو وقت ايندو هو ته انهن جو پرجهلو ٿي بيهندو هو. حجر اسود جي فتني جي ايرڻ سان ائين پئي لڳو ته قريش پاڻ ۾ وڙهي پوندا پر ڏسو! انسانن کان الڳ بيابانن ۾ چوپاين سان گڏ رهندڙ اڇي ٿو ۽ جيڪي جانورن وانگر هڪ ٻئي کي پٽڻ ۽ ڦاڙڻ وارا هئا انهن کي ڪيتري آرام سان جوڙي ڇڏيو. الڳ ٿلڳ رهڻ جي باوجود ڏکئي وقت جي انهن

تجربن جي ڪري هن ﷺ هڪ سخت ۽ سنگدل قوم جي دلين تي پنهنجي امانت ۽ صداقت جا نقش ڇڏيا جيئن چوڻ واري جي اها ڳالهه پوري ٿئي جيڪا هن ڪئي صديون اڳ چئي هئي.

"هو امين ۽ صادق ڪوٺرائيندو ۽ هن جو نالو لکيل آهي جنهن ڪي هن ڪانسواءِ ڪو بہ سڃاڻي نٿو" ( مڪاشفہ يوحنا باب 19-11)

ايئن ئي هو پنهنجي زندگي جي مختلف منزلن تي مادري پدري طاقتن، خانداني طاقت، وطني طاقت، قومي طاقت، هر هڪ سان ڏاڍي زور سان ٽڪرائيندو، انهن جو انڪار ڪندو لاڳيتو هلندو آيو. پر جيڪو دعوا ڪان اڳ دليلن جا ٿهن مٿان تہ ڄمائيندو ايندو هو هاڻي اهڙي هنڌ اچي پهتو جتي سڀ حيران هئا تہ هاڻي ڏسون تہ ڇا ٿو ٿئي.

# نڪاح

توهان ڏسي چڪا آهيو تہ هن عمر ۾ دنيا جا نوجوان ڪجھ نہ ڪجھ حاصل ڪري وٺندا آهن، هن ﷺ ڪجھ بہ حاصل نہ ڪيو ۽ جنهن ڪي انسانن ڪان وڌيڪ حيوانن ۾ رهڻو پوي، ان جي قيمت لڳائڻ لاءِ دنيا داري وارين نظرن ڪي ان ۾ ڇا ملندو.

هي سچ آهي تہ هن جو خاندان تمام وڏي عظمت وارو هو. ايڏي عظمت ۽ بزرگي انساني نسل ۾ ڪنهن بہ خاندان ڪي نصيب ناهي ٿي. هاڻي بہ زمين جي آبادي جو ٽيون حصو هن خاندان جو فرمانبردار آهي. مسلمانن ڪان علاوه يهودي ۽ عيسائي بہ پنهنجي نسبت هن ﷺ جي ڏاڏي حضرت ابراهيم عليہ السلام تي ختم ڪندا آهن پر حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ٻارن مان جيڪو ٻار ڪنهن عام عراقي عورت مان نہ بلڪ مصر جي شهنشاه جي نياڻي جي پيٽ مان پيدا ٿيو ۽ جيڪو ابراهيم عليہ السلام ۽ بيبي هاجرا جي ڏکن جي لاهوتي آواز جو جواب هو. جنهن جو نالو بني اسماعيل (الله جو ٻڌل) عليہ السلام هو. هي اهو ئي هو جنهن ڪي ڪعبي جي رب قبول ڪيو ۽ جنهن جي بنياد تي ابراهيم عليہ السلام ڪي دنيا جي امامت جو مقام مليو ۽ هن اچڻ واري جو ڏاڏو هو جيڪو وڏي شان سان اچي رهيو هو.

خاندان جي هن عالمگير برتري ڪانسوءِ جزيره عرب ۾ هن جو خاندان قريش وارن ۾ نسبت جي لحاظ ڪان بہ اعلي هو. قريشن ۾ بہ قصا ۽ هاشم جي گهراڻن ڪي پنهنجي بينظير خدمتن جي ڪري وڏي عزت ۽ احترام جو مقام حاصل هو. عرب ۾ ڪو بہ اهڙو ڪو نہ هو جيڪو هنن جي برابري ڪري سگهي ها ڪلهو ملائڻ جون ڪوششون ضرور جاري هيون، پر هنن جي عزمت جو قد قدآور هجڻ جي ڪري اڃ تائين ڪو بہ ڪلهو هنن جي ڪلهي تائين پهچي نہ سگهيو آهي؟

اهو سڀ ڪجھ هو پر ان وقت هن جو واسطو نقد پرستن جي جنهن ٽولي سان هو، جن جي ناعاقبت انديش ۽ تنگ ظرفي جي اڳيان ماضي جي ان اڏاري عظمت جي ڪهڙي قيمت هئي. جنهن ٻار جونہ پيءُ هجي، نہ ماءُ هجي، ڏاڏو بہ نہ هجي، سنڀاليندڙن ۾ منجهيل، جي ڪٿي ڪنهن هڪ چاچي جو نالو بہ ڪڍجي تہ اهو بہ پنهنجي معاشي بدحالين ۾ وڪوڙيل هو. ڊگرين جو تہ خير اهو زمانو نہ هو پر ناٽي ۽ قابليت جي قدر تہ هر زماني ۾ رهي آهي. هن وقت بہ هئي. ظاهر آ جنهنجي پنهنجي پوري حياتي ٻڪرين ۽ اُنن کي سنڀاليندي ڪجھ قراريط (چند سڪا) تي گذاري هجي. ان ڏانهن هن نظرن جي نهار ڪيئن ٿي سگهي ٿي جنهن ۾ ماديت پرستي ۽ سڪن جي جهنڪار ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن شيءِ جي گنجائش نہ هجي. جيڪي ڪنهنجي اڻ ڏٺل خوش خيالي تي ڏٺل مشاهدي جي مار ڪي هرگز قبول ڪرڻ تي تيار نہ هئا. جي انهن هن ﷺ ۾ ”صداقت ۽ امانت“ جون ڪي ڪرڻون ڏٺيون بہ هيون تہ ڇا هو هن صداقت ۽ امانت تي پنهنجي دولت ۽ تونگري جي خواهش کي قربان ڪرڻ لاءِ تيار هئا.

جاهل غريب بت پرستن کان ڪهڙي اميد رکي سگهجي ٿي، جڏهن خدا پرستي، صداقت شعاري جي هام هڻندڙن کي بہ اهڙي حال ۾ ڏسي رهيا آهيون جو شايد جاهل عرب بہ اهڙي حال ۾ مبتلا ڪو نہ هئا. پر اهوئي عربي جنهن جي دليل هميشہ دعوا جي اڳيان اڳيان هلندي هئي هتي بہ اوچتو اها دليل هڪ عجيب شان سان هڪدم ظاهر ٿي.

غريب حجاز جو سڀ کان وڏو شاهوڪار شهر مڪو هو ۽ مڪي جي سيني شاهوڪارن وٽ جيڪي ڪجھ هو، انهن سيني جي دولت جي برابر ملڪيت جي مالڪ هن جي شهر جي هڪ نيڪ، پرهيزگار عورت جنهن جو نالو مبارڪ طاهره ۽ خديجة الڪبرىؓ (رضي الله تعالى عنها) هو، ان حساب سان هو پوري حجاز جي تمام وڏي دولت مند مائي هئي. قدرت جو هي عجيب انتظام هو تہ ڪجھ پيسن جي لاءِ جنهن کي سڄو ڏينهن ٻير جي وڻن جا ڪنڊا ۽ لاٽي (اُنن جو چارو، گاهہ) جي ڳولا ۾ سڄو ڏينهن جهر جهنگ جهاڳڻو پوندو هو، ان کي خديجةؓ ۽ خديجةؓ وٽ جيڪي ڪجھ هو سڀ ڏياري ڇڏيو. جنهن کي ماڻهن ۾ سڀ کان گهٽ سمجهو ويو تنهن کي سڀن کان وڏو ڪري ڇڏيو. جيئن اهو ثابت ٿي وڃي تہ اميري کي پسند ڪرڻ وارا ۽ ان جي جستجو ۾ زمين آسمان هڪ ڪرڻ وارا امير نہ ٿيندا آهن پر امير اهو هوندو آهي جنهن جي هٿ ۾ ماڻهن جي اميري بہ هجي ۽ غريبي بہ. جنهن مطالبي (دعوا) کي هو حرا کان ڪٿي دير سان نڪتو،ان کان اڳ ڏسندا هلو تہ ڪهڙين ڪهڙين شڪلن ۾ ان جون دليلون ڪٿان ڪٿان ٻڙڪي ٻڙڪي ٻاهر پئي آيون ۽ دنيا جي دستاويز تي رنگولي پئي رچيائون.

ڇا اهڙي دعوا ڪنهن ٻڌي ۽ اهڙي دليل ڪنهن ڏٺي!، دعوا ٻڌائي وئي ۽ دليل ڏيکاري وئي. انڪشاف ۽ دليلن جي دنيا ۾ هي هڪ عجيب شيءِ آهي (صلوة الله عليہ وسلامہ) ۽ ڏسو تہ ان

سان گڏ هڪ روشني آهي، جنهن کي پڙهڻ وارا جي چاهن تہ پڙهي سگهن ٿا تہ مستقبل ۾ جيڪا هل چل ٿي اها ان ڪري نہ ٿي تہ ڪو بڪيو بڪ جي ڪري موئو يا ڪو بيوس بيوسي جي ڪري تڙپيو.

# هيڪلائي

بهرحال اميري جڏهن ايندي آهي تہ پنهنجي شان ۽ شوڪت سان گڏ ايندي آهي، پنهنجي ناٽ سان ايندي آهي پر جنهنڪي محلاتن ۾ ويهڻ جو موقعو ڏنو ويو، ڳولي ڏسو! هو اوهان کي ويرانن ۾ ويراڳ ڪندي ملندو. مڪي جا رئيس پنهنجي ڪونين ۾ آهن ۽ طائف جا امير پنهنجي ميوواتن جي باغن ۽ پنهنجي بنگلن ۾ آهن، پر جيڪو سيني کان وڏي شان ۽ ناٺ جو مالڪ ۽ حقيقي مالڪ آهي، اهو جبلن جي غارن ۾ آهي، جيڪا ملڪيت هن ماٽي چا اها واپار جي بازارن ۾ خرچ ٿي؟ ان سان مائٽين کي مضبوط ڪيو ويو، مهمانن کي کارايو ويو، بيروزگارن کي روزگار مليو، مقروضن جا قرض لٿا، جاهلن جي جهالت دور ڪئي وئي، مصيبتن جومنهن بند ڪيو ويو. هي حضرت بيبي خديجة الڪبرىؓ (رضي الله تعالى عنها) جو بيان آهي ته ڪهڙن ڪمن ۾ هن جي دولت استعمال ٿي.

جيڪو عمر ۾ ننڍو هو اهو وڏو ٿي چڪو هو، مال ملڪيت ۾ وڏو ٿي چڪو هو، عزت ۽ عظمت ۾ وڏو ٿي چڪو هو ۽ پنهنجي سنگي ساٿين ۽ همعصرن ۾ سيني کان وڏو ٿي چڪو هو، هن کان وڌيڪ ٻئي ڪنهن جي شان ٿي سگهي ٿي. ڪاري پٿر (حجر اسود) جي ڪري جيڪي جيڪا رت جي راند ٿيڻي هئي هن اڪيلي جي عقل سان ان طوفان جو رخ موڙ جي ويو. جنهن جي گهر مهمان هميشه مان ماٽيندا هئا. جنهنجي دولت جي دامن ۾ يتيمن کي پناه ملي، جيڪو بيروزگارن کي روزگار ڏيڻ جو روزگار ڪندو هو، جيڪو بي هنرن کي هنر سيکاريندو هو. جيڪو ڳرن بارن وارن جا بار ڪٽندو هو. مشڪل ۾ ڦاٿلن جي مشڪل ڪشائي ڪندو هو. جيڪي ڪجھ قدرت هن تائين پهچايو، هو انهن ئي راهن ۾ خرچ ڪندو رهيو.

جنهن نيڪي جي مشڪل ترين شاخن ۾ پنهنجو سڄو ناٽو ۽ پوري طاقت لڳائي، اندازو ڪري سگهجي ٿو ته ان ڪانپوءِ هن کي مشهوري، عزت و احترام ۽ جاه و جلال جون جيڪي اوچايون مليون، اهڙي برتري انهن مان ڪنهن کي به نصيب نه ٿي، ملڪيت ۽ شاهوڪاري جي ديوين يا مندرن ۾ "سچ" ۽ "امانت" جي صفتن جي ماتا جي پوڄا نه ٿيندي هجي پر عظمت جي انهن اڪاڙن ۾ ڪردار جي انهن قوتن کان بازي کٽڻ ناممڪن آهي؟ بيشڪ هو نه صرف پنهنجي شهر ۾ پر هر جاءِ کان ايندڙ ماڻهو ۽ ڪير ٻڌائي سگهي ٿو ته ڪٿان ڪٿان جا ماڻهو ايندا هئا. ڪجھ زيارت لاءِ ايندا هئا ۽ ڪجھ واپار لاءِ ايندا هئا، انهن سيني علائقن ۾، خطن ۾ بلڪ تاريخ ٻڌائي ٿي ته

ملڪن ۾ عظمت جو جيڪو اندازو ڪري سگهجي ٿو اهڙي طريقي سان هو نامور ٿي چڪو هو. بيشڪ هن کي اهو سڀ ڪجهه ملي چڪو هو ۽ ڏن ۽ دولت ۾ جنهن برج تي هن جي برتري جو جهدو ڦڙڪي رهيو هو ان جو اندازو اوهان ڪري چڪا آهيو.

جيڪا شيءِ هن کي محلاتن ۾ ملي چڪي هئي. ڪيڏي وڏي بي ايماني، من گهڙت، بي بنياد ڳالهه هوندي جو ان جو الزام هن تي هڻجي. جڏهن ته هو هفتا ۽ ڏهاڪا غارن ۾ نه صرف ڏينهن پر ڀيچاريندڙ ۽ خوفناڪ راتيون به گهاريون. نانگن، وڇون، جانورن ۽ جيتن سان ڀريل جبلن تي انهن ئي شين جي لاءِ وڃڻ جي ڪهڙي ضروت هئي جيڪو مخمل جي پردن، قيمتي غاليچن، اعليٰ وهاڻن، چٽيل پلنگن تي اطمينان ، سڪون ۽ آساني سان ملي سگهيون ٿي ۽ اهي مليل به هنيون پر هن بجاءِ ايراني، سوني، رومي، نرم زمين جي، ڪليل زمين جي پٿريلي فرش کي سمهڻ جي جاءِ ۽ سخت پٿرن کي پنهنجو وهاڻو ڪيو.

ڪردار جي خبر لاچاري ۾ ناهي پوندي بلڪ چارو به هجي ۽ ڪردار به هجي، ان کي ڪردار چئبو آهي. مٽي جي فرش ڪانسواءِ جنهن وٽ ڪو فرش نه هو جي هو مٽي تي ستو تو ڇا ستو. جيڪو تخت تي سمهي سگهيو ٿي پر هو مٽي تي ستو اهو سمهڻ حقيقي سمهڻ آهي، ان ۾ ڪا ڪوٽ ناهي. اصل ۾ هي ان پرک جي پهرين ڪسوٽي آهي جنهن ۾ هن کي اڳتي پرکيو ويندو. جاچڻ وارا جاچي ڇڏن ۽ پرکڻ وارا پرکي ڇڏن ۽ جهڙي طرح سان جن جن ممڪن طريقن سان چاهن جيڪي ڪجهه هن جي اندر ۾ آهي ان کي ٻاهر ڪڍڻ جي ڪوشش ڪن.

پنهنجا ماپا ڪٽي اچو! پنهنجون پنهنجون ڪسوٽيون آڻيو! رڳڙيو! رڳڙي ڏسو! جنهن کي قدرت جي هٿ نج ۽ غلاظت کان پاڪ پيدا ڪيو آهي. تنهن ۾ سچائي ، پاڪائي ۽ خلوص ڪانسواءَ ڪا ٻي شيءِ به آهي. پنهنجا ڪف ڪنجي وري وري پڙتال ڪريو! ڇا هن ديڳ جو ڪو چانور ڪچو آهي، روشني جون جيڪي شعاعون هن جي اندران نڪري نڪري دنيا کي روشن ڪري رهيون آهن. ڏسو! اڪيون ڦاڙي ڦاڙي ڏسو! دور بينيون اکين تي لڳائي لڳائي ڏسو! اونداهي جي ڪا ڪاري ليڪ هن ۾ آهي؟

نبي مجڻ کان پوءِ ڪنهن ۾ اها همت هئي ته هن پاڪ سيرت جي امتحان وٺڻ جو سوچي، اها ئي مصلحت هئي جو نه هڪ مهينو نه ٻه مهينا، نه وري ٻه ٽي سال بلڪ توهان مان ڪير آهي جنهن کي خبر ناهي ته مڪي زندگي جا پورا تيرنهن سال هن اهڙي حال ۾ گذاريا جڻ هن کي ڪير به نه سڃاڻيندو جڻ ته هن کي ڪير به نه مڃيندو جيتوڻيڪ پوءِ نه صرف هن کي بلڪ هن جي خدمتگارن انهن ٻارهن سالن ۾ نه رڳو عرب جزيري کي بلڪ اوپر ۽ اولهه، ايشيا ۽ افريڪا جي لکن ميلن جي زمين کي اهڙن ڪروڙن انسانن سان پري ڇڏيو جڻ انهن ۾ ڪو انڪار ڪرڻ وارو

ڪو بچيو ئي نہ. فاروقؓ جي پندرهن سالن جي دور تائين پهچندين ائين ٿي ويو جئين حبقوق نبي صديون پهريان چيو هو.

”آسمان هن شان ڏسي لڪي ويو ۽ زمين احمدؐ جي حمد سان پرجي وئي، هو اٿيو، هن زمين کي ڌوڏي ڇڏيو، هن جي نهار قومن کي ريزه ريزه ڪري ڇڏيو، پراڻا جبل ٽڪر ٽڪر ٿي ويا، پراڻيون ٽڪريون ٽٽي ذرو ذرو ٿي ويون، مديان ( ريان ۽ مديان بائبل ۾ مڪي وارن کي چوندا آهن.ڏسو القول الصيح العلامة الاستاذ الفراهي 12) جا پردا ڏڪڻ لڳا.

# وحي جي شروعات

هاڻي ڏسو! اڪيلائي جن هن زندگي ۾ هو هڪ وڏي دعوا ڪٽي آيو بلڪل ان وانگر جئين حضرت سليمان چيو هو.

” هو منهنجي محبوب جي آواز ڏس! هو جبلن تان ڪڏندو ۽ ٽڪرين تان ٽپندو اچي ٿو“ (غزل الغزلات باب 1)

۽ جبل تان لهي، دنيا جي اڳيان هن حيران ڪندڙ تجربي جو اعلان ڪيو جيئين يسعياه نبي چيو هو.

” اڻ پڙهيل کي ڪتاب ڏني وئي ته هن کي پڙهہ ۽ هن چيو مان پڙهيل ناهيان، پڙهي نٿو سگهان“ ( يسعياه باب 20)

سمجهڻ وارن سمجهايو ، جي نہ سمجهائون تہ مون کي ان سان ڪهڙي غرض، پر بخاري ۾ آهي ته غار حرا ۾ هن جي اڳيان پهريون پيرو فجاء الحق جو منظر اهڙي طرح ظاهر ٿيو. جڻ جبل تي بينل وڻ تي ساوڪ جي بهار اچي وئي. ” إنني أنا الله لا إله إلا أنا “ ”ها مان ئي الله آهيان، مون کانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ڪونهي“ پر مان ئي، جو سرمدي پڙاڏو ائين ايريو جو ٻڌڻ وارو ٻڌائي نٿو سگهي اهو پڙاڏو ايريو ڪٿان، پر ايريو ۽ انهي باهہ مان ايريو، حضرت موسیٰ کي ائين محسوس ٿيو ۽ هي تہ قرآن ۾ آهي پر غير قرآني ڪتابن ۾ آهي ته پير جي چانو ۾جيڪو مايوس وينو، گيا جو اهو شاه مڪيه مني چوندي اٿي بينو.

ملي ويو، ملي ويو، هاڻي توکي نه وجڻ ڏيندس، امر ٿيس، امر ٿيس، هاڻي ڪڏهن به نه مرندس (اوڪما قال = يا جيئن هن چيو)

خدا جاڻي گوتم ٻڌ چا هو، ڪير هو ۽ هن چا چيو ۽ ماڻهن چا ٻڌو، پر وسريل افسانن جي ورقن ۾ ذڪر هلندو اچي ٿو ته هن ڪجهہ اهڙا ئي لفظ ڳالهايا .

خير حق جي هن فجائي ۽ اوچتي آمد جي باري ۾ بخاري ۾ آهي ته "فجاء الملڪ" تڏهن ملائڪ آيو.

ملڪ ئي حق هو ۽ حق ئي ملڪ هو، جيڪي ائين چون ٿا، هاڻي انهن کي مان ڪيئن چوان ته جنهن چکيو تنهن ڄاتو، نه اسان چکيو نه وري ڄاڻي سگهون ٿا. اسان جي اڳيان ته صرف دعوا پيش ٿي، هڪ عجيب ۽ غريب دعوا ، دل ڏاريندڙ دعوا ، جيڪو ڏسي نٿو سگهجي اهو ڪيئن ڏيکار جي، انڌن جي لاءِ ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو رستو ڪونهي جو صرف اکين وارن جي ٻڌن. بدنصيب اهو آهي جو پاڻ نٿو ڏسي سگهي ۽ ڏسڻ وارن جيڪو ڏٺو هي هي بدنصيب ان کي بہ مڃڻ کان پنهي ڦيري ٿو ۽ منهن موڙي ٿو.
پر ڄاڻڻ کان اڳ ڪير مڃيندو، ڄاڻيو ته سڃاڻيو پوءِ جهڪو، يقين جو فطري طريقو به اهو ئي آهي. جي تون سچ نه ڏسڻ چاهين تہ اهو تنهنجي وس ۾آهي پر جيڪو سچ جي سامهون بيٺو هو، هن پنهنجي هڪ پنبڻي کي ٻي کان الڳ ڪيو ته ڇا هاڻي هن جي وس ۾ آهي ته هو سچ ۽ ان جي روشني کان انڪار ڪري؟ باهہ کي ڇهڻ تي ڪو مجبور ڪونهي پر جي ڇهڻ کان پوءِ باهہ جي گرمي جو ڪير انڪار ڪري سگهي ٿو؟

ڏسو بلڪل ائين ئي غار حرا ۾ سچ ۽ امانت جو سچ اپريو هو، اپري انسانيت جي ان حس جي سامهون اچي بيهي رهيو، جنهن سان سچ جي پرک ٿئي ٿي، اهو به ٿي سگهي ٿو ته جئين لکن ۾ ڪو اهڙو به هوندو آهي جيڪو سڃاڻڻ جي قدرتي قوت کان محروم هجي يا ٻڌڻ جي حس هن کي حاصل نه هجي، پر سڀ انڌا هجن، سڀ ٻوڙا هجن، جهڙي طرح اهو ممڪن ناهي، اهڙي طرح اهو به ممڪن ناهي ته انسان هجي ۽ ان ۾ "سچ ۽ سچائي جي سڃاڻپ نه هجي"

" هي ڊاڪٽر آهي ۽ هو ڊاڪٽر ناهي" ان هڪ فيصلي تي پنهنجون زندگيون هن جي حوالي ڪيون ويندڙيون ۽ اکين ۾ سيون ڇپرايون ويندڙيون آهن،
اهڙي طرح ريل گاڏي کي ڪير هلائيندو جيڪا بيابانن ۾ هلندي آهي، چڙهاين تي چڙهندي آهي، وڏن، ويڪرن ۽ خوني درياهن جي پلن کي پار ڪندي آهي، فيصلي جي اها سگهہ جيڪا ڊرائيور کي غير ڊرائيور کان، شوفر کي غير شوفر کان جدا ڪري اسان ۾ اهو اطمينان پيدا ڪندي آهي جو اسان پنهنجو سڀ ڪجهہ هن جي حوالي ڪري، پنهنجو پاڻ کي، پنهنجي ٻارن کي، پنهنجي مال ۽ ملڪيت کي ريل جي ڊبن ۾ وجهي ڇڏيندا آهيون. سچ کي ڪوڙ کان الڳ ڪرڻ جي حس جي اسان ۾ نہ هجي ها تہ ڊاڪٽر ۽ ڊرائيو تہ ڇا؟ پر زندگي جي ڪنهن بہ شعبي جي گاڏي هڪ سيڪنڊ جي لاءِ بہ هلي نہ سگهي ها؟

اهوئي سبب آهي تہ يقيني ۽ غير يقيني جي ڪا بہ اهڙي صورت نہ رهي جنهنجي معيار تي سچائي جي هي "لاهوتي" حقيقت کي نہ پرکيو ويو هجي. زر کٽي پڄندا آيا، زمين آچي، زن

آچيو. مطلب تہ جيڪي ڪجھ سوچي سگھجي ٿو، ھر ھڪ سان رڳڙي رڳڙي، مھٽي مھٽي انھن پرکيو پر سچائي ۽ امانت جي احساس جي اھا پڪڙ جيڪا دعوا ڪان اڳ انھن جي دلين تي سوار ھئي اھا ڪنھن بہ طريقي سان ڪمزور نہ ٿي. آخر ان ۾ ڇا آھي؟ ان جي اندر ڇا آھي؟ ملڪيت آھي، دٻدٻو آھي يا ٻيو ڪجھ آھي. سوالن جون سلائيون، ڊگھيون ڊگھيون ھر ھر وجھي ڏٺيون ويون، پر سچ ڪانسواءِ ان ۾ ڪجھ بہ نہ ھو، اخلاص ڪانسواءِ ان ۾ ڪجھ بہ نہ ھو، ھر آزمائش، ھر ھڪ پرک جو آخري نتيجو ساڳيو نڪتو. پرک جون جيڪي بہ ڪسٽيون ھيون انھن مان ھنن کي ڪجھ بہ نہ مليو.

ھاڻي ھو ڪوڙين ۽ منفي مڪرن جي متعلق پاڻ ۾ ھڪ ٻئي سان صلاحون ڪرڻ لڳا. دارالندوه جي بيٺڪ جون سرگرميون جيتريون ان وقت تيز ٿيون، ان جي تاريخ ۾ اھڙي تيزي ان کي ڪڏھن بہ نصيب نہ ٿي.

مھٽيو( مشڪلاتون پيدا ڪيو)! ھن جي ظاھر کي مھٽيو! ڳوليو! ھن جي اندر جيڪي ڪجھ آھي! سين کي ڳوليو، ڦوليو، تنگ ڪريو! ۽ جنھن جنھن کي جيڪي پڄي سگھي سڀ ڪجھ ڪريو! قدرت بہ ھنن کي ان جو تمام گھڻو موقعو بغير ڪنھن رڪاوٽ ۽ مزاحمت جي وڏي بي نيازي سان ڏنو، اھڙي بي نيازي سان جنھن جي ڪا مثال دنيا جي تاريخ ۾ نٿي ملي.

جيڪي ڪيو، اھو نہ ٿي سگھيو ٿي پر جي اجازت ملي تہ سڀ ڪري سگھجي ٿو، ھن ﷺ ڇا اھو نہ ڪري ڏيکاريو! ھو ﷺ مڪمل سڪون ۽ صبر جو ھڪ ڪامل مجسمو بڻجي پنھنجي ظاھر ۽ باطن انھن اڳيان پيش ڪيو بيٺو ھو.

چڪاس جي انھي رستي ۾ ڇا ظاھر ٿيو. صرف حد درجي جو صبر جيڪو ھن ﷺ ۾ ھو، ساڳي ئي درجي جي امانت جيڪا صرف ھن ﷺ ھئي (۽ ھي درجو نسل آدم ٻئي ڪنھن بہ نٿو ملي سگھي، ان کي برداشت ڪرڻ ڪنھن ٻئي جي وس جي ڳالھ ناھي؟ )

## صحابينؓ تي سختيون

ھن ﷺ جي لاوارث ۽ لاچار ساٿين تي انھن ظالمن ظلمن جي انتھا ڪري ڇڏي، ڪو ظلم جو اھڙو طريقو نہ ھو جيڪو ھنن تي نہ آزمايو ويو ھجي. ٻرندڙ ڪوئلن تي زندھ ڪل واريون ننگيون پنيون لٽڪايون ويون، تپيل واري تي جاندارن کي سمھاريو ويو.

جڏهن ڪتو مرندو آهتي تہ مهتر (ينگي) ان کي ٽنگن ۾ رسو ٻڌي گهليندو آهي، پر قريش جي مهترن ۾ اهڙا بہ مهتر هئا جيڪي جيئرن انسانن کي ڳچي ۾ رسيون ٻڌي مڪي جي گهٽين ۾ گهليندا هئا، گرم پٿرن تي ننگي بدن سمهاري ڪوڙا هٽي سچن کي ڪوڙ ڳالهائڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو، تڙپايا ويا، تڏن ۾ ويڙهي نڪنن ۾ دوهين جون دوٽيون ڏنيون ويون، جن تي گزري رهي هئي جن جوهي امتحان هو، بلڪل هو، پر حقيقت ۾ هي سپ ڪجھ جنهن رؤف ۽ رحيم فطرت واري طبعيت ۾جنبش پيدا ڪرڻ لاءِ هي سچو ڪم ڪيو ويو، ان ﷺ جي مڪمل سڪون ۽ صبر جو هي ڏاڍو سخت امتحان هو. جيڪو هو پاڻ ظاهر ڪندو هو ان ڪانسواءِ ڪنهن ٻي شيءِ جو هن ۾ڪو ٿورڙو شڪ بہ هجي ها تہ هن جهڙي نرم دل لاءِ اهڙا هانءُ ڏاريندڙ منظر برداشت ڪان ٻاهر هئا پر سپ ڪجھ ڏوڏيو ويو ۽ پوري طاقت ڏوڏيو ويو پر جيڪو "سچائي" جي ڪوه تي ويهاريو ويو هجي تنهن ۾ اڪين جي آلاڻ ڪانسواءِ ٻي ڪا بہ جنبش پيدا نہ ٿي. پوڙهي غريب عورت جي مٽي تي ٽاندا رکيا ويا، هن جي سامهون هن جي مڙس جي سيني ۾ نيزو هنيو ويو. حضرت عمار جي والده ۽ والد جي هانوَ ڏاريندڙ حالت ڪي ڏسي زبان تي ٻي اختياري حرڪت پيدا ٿي پر هن حرڪت مان جيڪا آواز آئي اها صرف هي هئي. "عمار جا گهر وارؤ! الله توهان تي رحم فرمائي"

اِنَّ مَعَ الْعُسْرِ يُسْرًا ۙ

بيشڪ مشڪل ڪان پوءِ آساني آهي.

# حبش ڏانهن هجرت

جهرڪين جا بہ آکيرا هوندا آهن جنهن ۾ هو رهنديون آهن ۽ ناگن جا بہ ٻر هوندا آهن جتي هو لڪي ماريندڙن ڪان جان بچائيندا آهن، پر دعوا جي زور کي ٽوڙڻ لاءِ جهڙو ظلم هنن غريبن تي ڪيو ويو، انهن وٽ ان ڪان بچڻ لاءِ ڪا جاءِ بہ ڪو نہ هئي. انهن ۾ گهڻي تعداد غلامن جي هئي جن وٽ نہ گهر هو ۽ نہ وري در، اهڙا هئا جيڪي ٻين جي سهاري زندگي گهاري رهيا هئا. جيڪو سهاروهجي جي اهوئي سهارو ڪسي تہ پوءِ ٻي سهارن کي ڪٿان سهارو ملي؟ هنن وٽ ايتري موڙهي بہ نہ هئي جو عرب نار کي ڇڏي خدا جي وسيع زمين ۾ پنهنجي سجدن لاءِ ڪا ٻي جڳھ جوڙن. افسوس صد افسوس! هنن جي پيشانين کي خدا جي زمين تي زمين جو ايترو ٽڪرو بہ نصيب ۾ نہ هو جتي هو پنهنجون جبينون خدا جي سامهون جهڪائي سگهن.

هن کي پنهنجي جاءِ ڪان ڪڍڻ لاءِ، ان جاءِ تان جتي هن کي قدرت ويهاريو هو، ٻين کي تنگ ڪيو پئي ويو. آخر ڪار پنهنجي ڇاتي تي پٿر رکڻو پيو ۽ پنهنجي لاڏلي نياڻي ۽ پياري ناني کي

راضي ڪيو تہ جئين ٻين ڪي گهر ملي سگهي. پنهنجو گهر، نعمتن سان ڀريل گهر ڇڏي ڏيو! جلاوطني جي تڪليفن کان ناواقف هي نوجوان جوڙي حڪم تي سر جهڪائي ڇڏيو ۽ ٻي گهرن کي گهر ڏيارڻ لاءِ هو گهر جو سمنڊ پار ڪري حبش پهچي ويا. حضرت عثمانؓ حضوري ﷺ جي نياڻي بيبي رقيہؓ جو مڙس هو، هو ان کي ۽ مڪي جي غريب غربا، فقها ۽ اهڙي قسمسن جي ٻين ماڻهن کي وٺي حبش پهتو. جن جا ماءُ پيءُ، مٽ مائٽ ايماندارن کي بي ايماني تي مجبور ڪري رهيا هئا ۽ اهو تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ناهي پر هميشہ اهو ڏٺو ويو آهي تہ ايمان تي ڪڏهن بہ زبردستي ناهي ڪئي وئي پر بي ايماني تي مجبور ڪرڻ لاءِ تاريخ ڀري پئي آهي. بي ايمانن ايتري تائين چيو تہ ايمان بہ جبر سان پڪڙيو آهي. خير انهي هجرتي ٽولي ۾ ابوطالب جو نوجوان فرزند جعفر طيار بہ هو. ڏاڍي جدوجهد ڪرڻي پئي اهو ثابت ڪرڻ لاءِ تہ جن جي ذمي سنڀال جو ڪم هو انهن اها پنهنجي ذميداري آخر تائين نڀائي.

تاريخ ڏيکاريو تہ امتحان ڏيندڙ اُن جماعت سلطنتن جي بہ پرواہ نہ ڪئي. هاڻين واري بادشاھ جي شاهي درٻار جي جاه و جلال کي هن راھ ۾ چاڪ ڪرڻ جي ضرورت پئي تہ اهو بہ ڪري ڏيکاريو.

جن جي ثابت قدمي ۽ ايمان جو اهڙو حال هجي، سوچي سگهجي ٿو تہ مصيبت جي وقت ۾ ثابت قدم رهڻ لاءِ ڪا ڪسر ڇڏي هوندي. بادشاهتون ختم ٿي ويون، سلطنتون ميسار جي ويون، پر تاريخ جي هن ڊگهي عرصي ۾ دنيا جي سلطنت جيڪا اجا بہ پنهنجي پيرن تي بيٺي آهي. ( افسوس جنهن وقت مان هي مضمون لکي رهيو آهيان، ان سلطنت جو هي حال هو تہ، جيڪا مظلومن کي پناہ ڏئي 14 سوسال قدرت جي پناہ ۾ اچي وئي هئي. انهن جي هڪ بادشاہ ظلم ڪيو. صرف ان جي لاءِ ظلم ڪيو تہ حبش جو بادشاہ ٿئي. ٽن خدائن جي هڪ خدا جو عبد ٿي چڪو هو يا ٿي رهيو هو، غريب مني لڪ جيڪو سلطنت جو اصلي وارث هو، اسلام جي جرم ۾ تخت کان محروم ڪيو ويو ۽ جيل ۾ بند ڪيو ويو. هيل سلاسي ان کي پنهنجي وڏي ڪاميابي سمجهي رهيو هو، پر پرواني جي ناحق خون شمع کي بہ حڪومت ڪرڻ نہ ڏني. ظالم کي زِير ڪري سلطنت کي ختم ڪيو وي) جنهن کي سائنسي ۽ ڪيمياوي هٿيارن سان ختم ڪرڻ جي ڪوشش جاري آهي پر اڪاڙي ۾ اجا مقابلو جاري آهي. ان حبش جي تخت جو نجاشي پنهنجي وزيرن، اميرن ۽ پادرين جي سڀا ۾ ويٺل آهي. جيڪي الله جي غلامن کي پنهنجو غلام ڪرڻ آيل آهن، خوش ٿي رهيا آهين تہ انهن جون اجاريون تلوارون رت جو رس پيئنديون ۽ انهن جي ڪوئلن لاءِ هاڻي ڪباب ملندو.

## نجاشي جي درٻار ۾ حضرت جعفرطيارؓ جي تاريخي تقرير

جئين ئي هو نوجوان ( هي حضرت عليؓ جو وڏو ڀاءُ جعفرطيارؓ هو هجرت ڪرڻ وارن سان حبش ويو هو. اتن سالن ڪانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ سان مديني ۾ اچي مليو. ڪجھ ڏينهن کان پوءِ موتہ جي جنگ ۾ شهيد ٿيو. شهادت جي وقت عمر مبارڪ ٽيھ سالن کان ڪجھ گهٽ هئي. ڪجھ سال اڳ هن جو جسد مبارڪ تيرنهن سو سالن ڪانپوءِ اصلي حالت ۾ ظاهر ٿيو، جسم مبارڪ تي زخمن جا نشان هئا. اخبارن ۾ اها خبر شايع ٿي هئي) انهن جي سامهون اڻ ڏٺل قوت سان اٿي ڪڙڪي ٿو.

”اي بادشاھ ٻڌ! اسان جھالت جي سمنڊ ۾ غوطا کائي رھيا ھئاسين، اسان پٿر جي مورتين جي پوڄا ڪندا ھئاسين، اسان مردار کائيندا ھئاسين، بي حيائين جي چيڙھ اسان تي چڙھيل ھئي. اسان رشتن ناتن کي ڪٽڻ وارن مان ھئاسين، اسان پاڙيسرين لاءِ صرف ڏک ۽ غم ھئاسين. اسان جا زور وارا بي زورن کي ڳڙ کائي ويندا ھئا. اوچتو مالڪ اسان تي مھر ڪئي ۽ پنھنجو پيغمبرؐ موڪليو. جنھن جي خاندان کي اسان سڃاڻيندا آھيون، جنھنجي سچائي ، صداقت ، امانت ۽ پاڪائي جو اسان کي تجربو آھي.“

ھنﷺ اسان کي اللهتعالىٰ ڏانھن سڏيو ۽ حڪم ڏنائين تہ انھن سيني گندگين کان، انھن سيني ڪوڙن گھڙيل پٿرن جي بتن کان ڇڇي پري ٿي وڃو جنھن سان پھريان اسان چنبڙيل ھئاسين.

اي بادشاھ! ھن اسان تي زور پريو تہ جن جون امانتون آھن انھن کي واپس ڪيو. رشتن، ناتن، مٿين ۽ مائٽين کي ڳنڍيو، پاڙيسرين سان سنو رويو رکو. اللهتعالىٰ جن ڳالھين کا منع ڪئي آھي، جنھن جو رت وھائڻ کان روڪيو آھي، ان کان رُڪجي وڃو. بي حيائي ۽ بي شرمي جي ڪمن کي ڇڏي ڏيو، ڪوڙ نہ ڳالھايو، يتيمن جو مال نہ کائو، پاڪ باز عورتن تي الزام نہ ھڻو.

(ورجائيندي ۽ زور ڏيندين چيو) صرف اللهتعالىٰ جي پوڄا ڪيو، ڪنھن کي ھن جو ساٿي يا شريڪ بنايو.

ھن اسان تي اھو فرض ڪيو آھي تہ اسان نماز پڙھون، زڪوات ڏيون ۽ روزا رکون.

بس اسان کي ھن تي پڪو يقين آھي، اسان ھنﷺ جي تصديق ڪيون ٿا ۽ ھن جي ڳالھين کي مڃون ٿا، جيڪو ھن ﷺ اللهتعالىٰ جي طرفان آندو آھي ان تي اسان عمل ڪيون ٿا. اسان صرف ھڪ اللهتعالىٰ جي عبادت ڪريون ٿا ۽ ھن سان ڪنھن کي شريڪ نٿا ڪريون. اللهتعالىٰ جن جن شين کي حرام ڪيو، اسان بہ انھن کي حرام ڪيو، جن جن شين کي حلال ڪيو اسان بہ انھن کي حلال ڪيو.

خاموشي ڇانئجي وئي. پنھنجي زمين جو ھڪ خودمختيار (ھن بادشاھ جا حالات منھنجي ڪتاب ”اسلام جو پھريون بادشاھ“ ۾ پڙھو) بادشاھ رڙ ڪري چيو. ھو روئي رھيو ھو ۽ چئي رھيو ھو.

## ”اھڙن کي ڪير ڏيندو، اھڙن کي ڪيئن حوالي ڪري سگھجي ٿو“

جيڪو لوھ گرم ٿيو ھو ان جو اھو حال ھو جنھن ان کي گرم ڪيو (ﷺ) ان جي گرمي کي ڪير برداشت ڪري سگھندو، صرف اھي جن ھن کي ڇھيو نہ ھو يا ڇھڻ کان ڪيٻائي رھيا ھئا، نہ تہ جن ھن ڇھيو ڏسو پيا ! ھي ٻاھ ڪيئن پئي وسامجي! غريبن، اميرن ۽ شاھي طاقتن جي ڦوھارن ھن کي وسائڻ جي ڪوشش ڪئي پر بجاءِ وسامڻ جي ھو پڙڪڻ لڳي، بجاءِ ڊبجڻ جي ھو اُڀرڻ

لڳي. ان لاءِ مان چوندو آهيان ته سڄاڻ نه سڄاڻ، ڇهڻ نه ڇهڻ، ڏسڻ نه ڏسڻ سيني جي وس آهي پر جنهن سڄاتو، جنهن ڇهيو، جنهن ڏٺو، ان ڪانپوءِ اها ان جي وس کان ٻاهر آهي ته ان کان جان ڇڏائي سگهي. حقيقت جي پڪڙ ڪانپوءِ صرف اهو ئي آزاد ٿي سگهي ٿو جيڪو گرفتار ٿيندو آهي پر ڪنهن باطني لُڇائي جي ڪري دعوا ڪري ٿو مان آزاد آهيان هي هوڏين جوگروهه، هي مخالفن جي جماعت جيڪي انڪار ڪن ٿا اهو انڪار ڪنهن دنياوي گندگي جي ڪري ڄاڻي واڻي ڪن ٿا، پرهو اهي ماڻهون ن هئا جيڪي سمجهڻ کان انڪاري هئا يا ڏسڻ کان اکيون ٻوٽي ويهي رهيا بلڪ انهن ڄاڻڻ جي اختيار ڪي استعمال ڪيو پوءِ مڃڻ کان ڪئين پاڻ کي روڪي سگهيا ٿي.

جنهن سچ ۽ ان جي روشني ڏٺي ڇا اهو اکيون بند ڪري ان جي احساس کي ختم ڪري سگهي ٿو.

## ذات مبارڪﷺ کي تڪليفون پهچائڻ

بهر حال هي ته انهن جي جانچ هئي جيڪي گرمايا ويا هئا، پر ان سيني گرمين جو جيڪو حقيقي مرڪز ۽ انهن کي گرمائڻ وارو هو، هن وقت تائين هنﷺ جا امتحان صرف زباني حد تائين هئا. هنﷺ کي انهن ايتري تائين مهلت ڏئي آزمايو جيستائين هنن هنﷺ جي ساٿين جون زندگيون ۽ عزتون ختم نه ڪيون.

هنن هنﷺ جي ساٿين جون جسماني راحتون کسي هنن کان جيئڻ جي حق کان به هٿ ڪڻائي آزمايوهو. سچ ۽ امانت جي هن حقيقي مرڪز سان اهو رستو اختيار ڪرڻ کان ڪجهه ڪيٻائي رهيا هئا حالانڪ امتحان ئي ان جو هو. جيتوڻيڪ هن ظاهري ۽ غيبي طاقتن جي اڄان امداد ميسر نه هئي. پر انهن آزمائڻ وارن جي نظرن ، تنگ نظرن ۾ پروسو صرف ان تي هو جيڪو سامهون هو. بهر حال ان يقين جي تعداد ڪيتري هئي، مگر جيترا به هئا، جڏهن انهن مان اسي، پنجاسي ماڻهو هليا ويا ته ظاهر آهي آزمائڻ وارن لاءِ رستو بلڪل صاف ٿي چڪو هو. هي به سچ آهي ته جمهوريه قريش جي قبائلي قانون جي مطابق هنﷺ سان وڙهڻ آسان ڪو نه هو. هوﷺ نوجوان غلامن، پرديسن ۽ لاچارن وانگر لاوارث نه هو. جن سان معصوم ساهن کي هنن ظالمن نشان بازي جو هدف سمجهي ظلم و ستم جي مشق بازي ڪندا هئا. هو بني هاشم کان ڊڄندا هئا ۽ انهن جي مددگارن کان به ڪيٻائيندا هئا جن سان هن خاندان جو معاهدو ٿيل هو. ان هوندي به هو گهڻو صبر نه ڪري سگهيا.

# ابوطالب کي ٽوڙڻ جي ڪوشش

۽ هاڻي ناڪاري آزمائشن جو سلسلو شروع ٿيو، قريش جي گهاگهن (ڪپٽي، دغاباز) جي گڏجاڻي ۾ اهو فيصلو ٿيو ته ان لاءِ ڪا وڏي ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي، انهن جي ظاهري اکين جي سامهون جيڪو وڏو پٿر هو، جنهن تي هن ﷺ جي ٽيڪ ڪو نہ هئي پر هو اهوئي سمجهي رهيا هئا تہ هن جي سڀ کان وڏي ٽيڪ هن جو چاچو ابوطالب آهي. اهو فيصلو ٿيو تہ ڪهڙي بہ طرح هن پٿر کي پنهنجي جاءِ تان سرڪائي پاسيرو ڪجي، انهن کي اها پڪ هئي تہ هن پٿر جي سرڪڻ سان گڏ هو ۽ هن ﷺ جي دعوا ڍير ٿي ويندا. جيڪي ضروري هو هن مقصد جي لاءِ انهن اهو سڀ ڪيو. شروعات ۾ ڪجھ ناڪاميون پيش آيون پر حقيقت ۾ هو ﷺ ڪئين ثابت قدم بيٺو آهي، هن جا اکين ڏٺا گواھ ڪئين پيدا ٿين هئا جي ابوطلب پنهنجي چاليھ سالن جي محنت ۽ محبت کي برباد ڪرڻ تي راضي نہ ٿئي ها، تاريخ هن درد ناڪ واقع کي سيني ۾ سانڍي رکيو آهي. جنهن وقت پنهنجي هنج ۾پاليل يتيم پائٽيي کي هبڪيل آواز ۾ روئندي ابوطالب چئي رهيو هو.

لا تحملني مالا أطيق (مون تي ايترو بار نہ رک جو کڻي نہ سگهان)

قريش ڪامياب ٿي ويا، پٿر سرڪجي ويو، پر نہ صرف قريشن پر دنيا ڏٺو تہ جنهن کي ڪيرائڻ آيا هئا، اهو جتي بيٺو هو اتي ئي بيٺو رهيو. هن ۾ ڪا حرڪت ئي پيدا نہ ٿي صرف آواز اچي رهي هئي ۽ چوڻ وارو چئي رهيو هو.

" خدا جي قسم جي منهنجي ساڄي هٿ تي سج ۽ کابي هٿ تي چنڊ ان ڪري رکن تہ مان هن مقصد کان هٽي وڃان تہ اهو ڪڏهن بہ نہ ٿيندو"

هي ته صرف انهن جي لڪل ڪوششن جي اميد، دبيل ٽاندن کي وسائڻ جي بلڪل وسائڻ لاءِ فرمايائون ۽ هن ﷺ کي تو هو ڏسي چڪا هئا. سج ۽ چنڊ ته هنن وٽ هئا ڪون، پر جيڪي ڪجھ هو سڀ هن کي آڇي مايوس ٿي چڪا هئا، باقي جن انڪاري ۽ ايذائي مهم جي انهن شروعات ڪئي هئي ان جو به هن جواب ڏئي ڇڏيو.

"هي ڪم پورو ٿيندو، يا مان ان کي ڪندي مري ويندس"

ڪم ته پور ٿيڻو هو ۽ ان ۾ ڪا شڪ جي گنجائش نه هئي، پر اوهان ڏٺي ته ڏسي چڪا آهيو هاڻي وني ڏسو! نيڪ ناڪ ڏسو! هن انڪاري امتحان جي راھ ۾ زندگي تائين داؤ تي لڳائي وئي ۽ اهوئي مطلب هو.

او اهلک فيه (يا مان هن ۾ مرندس يا ماريو ويندس)

پٿر دل ۾ ڪارن سينن وارن ڇا ان سلسلي ۾ ڪو رحم ڪاڏو هوندو؟ جيڪي ڪجھ ڪري سگھيا ٿي سڀ ڪري رهيا هئا، انهن کي ڪو رحم آيو؟ عزت تي، ڪردار تي، جسم تي، جان تي، حملن جي ڪا ڪسر هئي جيڪا هنن ڇڏي هجي. سچ پچ هنن جي ترڪش ۾ ڪو اهڙو تير نه بچيو جيڪو هنن نه هلايو هجي. نڪاح ٿيل نياڻين (پاڻ سڳورن ﷺ جي ٻن نياڻيون جو نڪاح ابولهب جي ٻن پٽن سان ٿي چڪو پر رخصتي نه ٿي هئي. صرف بيعزتي جي خيال کان ابولهب پنهنجي پٽن کي حڪم ڏنو ته هنن کي طلاق ڏئي ڇڏيو. عرب جي شريف گھراڻن ۾ طلاق وڏي بيعزتي جي ڳالھ سمجھي ويندي هئي.) کي طلاق ڏياري وئي، مٿي ۾ مٽي وڌي وئي، راھ هلندي سندن ﷺ منهن مبارڪ تي بلغم اڇلايو ويو، ڳاٽي مبارڪ ۾ رسي جو ڦاهو وڌو ويو.( تفصيل لاءِ منهنجي ڪتاب ” مصائب النبي ﷺ “ ڏسو)

# شعب ابي طالب

۽ آخر ۾ سيني کي ڄاڻ آهي ته ماني بند ڪئي وئي، پاڻي بند ڪيو ويو، زنده رهڻ جا تمام ذريعا روڪيا ويا. هڪ مهينو نه پر پورن ٽن سالن تائين ابي طالب جي گھاٽي ۾ اهڙي طريقي سان زندگي گذارڻ تي مجبور ڪيو ويو ۽ پاڻ حضور ﷺ کي ۽ هن جي خاندان جي پوڙهي ابوطالب ۽ معصوم ٻارن کي، ڪمزور عورتن کي جيڪي بني هاشم ۾ ڪجھ ٻين خاندانن جون هنيون. اهڙي حالت ۾ رکيو ويو.

اهو رحيم فطرت جيڪو انسان ته انسان جانورن کي به پريشان ڏسي پريشان ٿي ويندو هو. هن ﷺ جي لاءِ هي آزمائش ڪيڏي ڳري هئي جو ننڍا ننڍا ٻار صرف ان ڪري تڙپندا هئا ته هنن جي مائرن جي ڇاتي ۾ ٿڃ نه هئي. اٺ اٺ، ڏھ ڏھ ڏينهن انهن جي پيٽ ۾ ڪو داڻو نه ويو، ڇا ته ڏکيو وقت هو جو پيشاب سان پسيل خشڪ چمڙي کي ڌوئي پچائي ڪائڻو پيو. جن جي ڏندن شايد زندگي ۾ سڪل گوشت (فاتح ايران حضرت سعد بن وقاص رضي الله عنه سان پيش آيو) چٻاڙيو هجي، جيڪي پن ٻڪريون به شوق سان نه ڪائن اهي کاڌئون، انهن تي هفتن جا هفتا گذارو ڪيائون. مشڪل جي انهن رڙين، تڪليفن جي انهن پڙاڏن ۾ هن ﷺ ڪومل سياءُ واري جي لاءِ کھڙي نه وڏي بيچيني هئي، ان جو اندازو صرف اهي لڳائي سگھن ٿا جن جون دليون درد سان مخمور هجن ۽ جيڪي ڏکن ۾ چور انسانن جي لاءِ پنهنجي اندر ڪا پيڙ رکندا هجن. پر هت ته لڪل کي ظاهر ڪري ڏيکارڻو هو، ان لاءِ ڇڏيو ويو ته تپاسڻ واراجيتري تائين ٿي سگھي تپاسن، نپوڙڻ وارا نپوڙي رهيا هئا، مهٽڻ وارا مهٽي رهيا هئا، آڱريون وجھي وجھي ڳولي رهيا هئا ته جيڪو ڏيکارجي ٿو واقعي اندار ۾ به اهو ساڳيو آهي يا ٻيو ڪجھ لڪل آهي. تجربا ڪرڻ وارن کي سڀ سامان ۽ هر اوزار هڪ هڪ ڪري ڏنو ويو ڇاڪاڻ ته اڳتي هلي انهن کي گواهي ڏيڻي هئي، انهن کي دنيا جي اڳيان شهادت جو فرض ادا ڪرڻو هو.

## شعب ابي طالب جون تڪليفن جي قيمت, معراج جو واقعو

ابوطالب جي شعب (لنگھ) جو دؤر به ختم ٿي ويو. هتي دنيا جي هر شيءِ کان الڳ ڪيو ويو هو ۽ هن جدائي جي رفتار ڪي لنگھ جي مظلومن جي داهن ۽ ڪوڪن اجان وڏيڪ تيزي ڏئي ڇڏي جيڪا فطرتي طور تي دنيا وارن کان الڳ ٿلڳ هئي، جڏهن چاٽي واٽي ان ڪي الڳ ڪيو ۽ اهڙيون ڏکيون سختيون ڏئي الڳ ڪيو ان کان وڏيڪ ڪي برداشت ڪرڻ هن ﷺ جهڙي نرم دل لاءِ ممڪن نه هو. اهو سمجهي سگهجي ٿو ته ڪائنات کان جدائي جي هن رفتار آخر ڪنهن ٻئي طرف ڏانهن ارتقا جون ڪيتريون منزلون طئي ڪيون هونديون، جنهن شيءَ ڪي هرطرف کان دٻائينداسين ته هو ٻئي طرف کان هو اپرڻ شروع ڪندي. جي لڪي ۽ خاموشي سان ڪم ڪيو وڃي ته عقل پاڻ ئي ادراڪ ڪندو ته هي دٻاء ڪنهن ٻئي پاسي ڪيترو اپار پيدا ڪيو هوندو.

ماڻهون سوچن نٿا نه ته شعب ابي طالب کان نڪرندئي چوڻ واري حرا جي واقعه کان به وڏيڪ عجيب انڪشاف ڪيو جنهن تي اجان رات جي روشني جو راز نه ڪليو هو، جنهن ۾ " اڻ پڙهيل ڪي ڪتاب ڏني وئي" اهي چوڻ لڳا ته هن ڪي هڪي رات ۾ ايڏو عروج، اهڙو عروج جيڪو اڄ تائين ڪنهن ڪي به نه مليو.

## معراج جي واقعي بابت ڪجھ ڳالهيون

انهن ابوجهن ڪي ڪو چا ٿو چئي سگهي، جيڪو هينان دٻايو ويو هجي ۽ هر هر اهڙي بي رحمي سان دٻايو ويو هجي ۽ هو دٻندو هليو ويو. ڪهڙي نه حيرت جي ڳالھ آهي جو هن جي باري ۾ پڇن ٿا ته هو مٿي ڪئين چڙهيو ۽ چو چڙهندو ويو. جن ڪي اهائي خبر ڪانهي ته ڪائنات چا آهي؟ انسان چا آهي؟ ۽ ٻنهي ڪي ناهڻ وارو چا آهي؟ انساني دنيا ۾ آهي يا انسان دنيا ۾ آهي؟ جنهن تي اجا اهو راز ئي نه ڪليو آهي ته پوءِ هوان ڳنڍ ڪي ڪئين ڪولي سگهن ٿا، جنهن ۾ انسان پنهنجي خالق سان ڳنڊيل آهي، خالق عرش تي آهي ۽ جنهن ڪي خليفو ۽ انسان چوندا آهن، هو جنهن ۾ خالق جي روح ڦوڪي وئي آهي، هن جي شھ رڳ جي ويجهو به عرش وارو خالق آهي. جي توهان انهن مونجهارن جي مونجھ ڪي سلجهائي نٿا سگهو ته پوءِ اهڙين حقيقتن جي جار ۾ چو ٿا پاڻ ڪي ڦاسايو. جن ڪي نه روح جي پروڙ آهي نه وري جسم جي، اهي هڪ ٻئي سان سس پس پيا ڪندا آهن ته چا هي واقعو روح سان ٿيو يا جسم سان. ٿيو ته چا؟ روح سان يا جسم سان ٿيو ته چا؟ جن جي سمجھ ۾ ٻنهي طرفن مان ڪو هڪ طرف به سمجھ ۾ نٿو اچي ، هو انهن ٻنهي پاسن مان ڪنهن هڪ جوفيصلو ڪنهن بنياد تي ڪندا آهن؟ وجوديت جي جيڪا عاليشان عمارت اوهان جي سامهون بيٺي آهي ۽ جنهن جي مختلف حصن جا نالا، مٽي، پاڻي، باھ، هوا، چاڙهيون ۽ لاهيون، زمين ۽ آسمان، ڪجھ ظاهر ۽ ڪجھ لڪل آهن،جنهن مان توهان جي

**سامهون فرات** (معراج تي پاڻﷺ "سدرة المنتهیٰ" جي پاڙن مان جنت جون نديون وهندي ڏيون ۽ فرات ۽ نيل کي به ان مان نڪرندي ڏٺو. پاڻﷺ جي هن بيان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته "سدرة المنتهیٰ" ڪا اهڙي حقيقت آهي جيڪا هن دنيا ۽ غيب جي دنيا ۾ هڪجهڙي آهي. تفيصل لاءِ ڏسو " حجة الله" شاه ولي الله ۽ منهنجي ڪتاف "المعراج") **نيل يا گنگا ۽ جمنا جون چوليون ايرن ٿيون ۽ پوءِ انهي مان بئي دنيا ۾ جتي توهان جي نظر جي نهار به ناهي، تسنيم ۽ ڪوثر جون نديون نڪرن ٿيون. توهان کي ڪهڙي خبر ته ان وڻ جون پاڙون ڪٿي آهن ۽ ان جو ٿڙ ڪهڙي شڪل جو آهي ۽ ان جو آخري چيڙو ڪٿي آهي. جن ناهي ڏٺو اهي چو حيرت ۾ آهن. جڏهن ڏسڻ واري چيو ته اها سدرة المنتهیٰ آهي. متي ئي ڪٽڪ آهي ۽ ڪٽڪ ماني آهي، ماني ئي رت آهي ۽ رت ئي گوشت آهي ۽ گوشت ڪٿي اک آهي، ڪٿي جيرو، ڪٿي هڏي ۽ ڪٿي ننهن آهي. هڪ ئي وجود توکي ڪيترن ئي نمونن ۾ نظر ايندو؟ پوءِ جي ڪنهن زندگي جي وڻ مان نيل ۽ فرات کي ۽ تسنيم ۽ سلسبيل کي نڪرندي ڏٺو ته ڪئين غلط ڏٺو. جڏهن کير پياريو ويو ته أ‌صَبْتَ الْفِطْرَةَ** (تو فطرت کي چونديو آهي) (صحيح البخاري حديث 3437) **جي آواز آئي. هن جهان ۾ جي هڪ صفت کير جي روپ ۾ ڏٺي وئي ته پوءِ جيڪڏهن بي دنيا ۾ ڪوڙ جي شڪل پٿر تي پوي، حسد وچون نظر اچي، لالچ (حرص) چوهي وانگر پڇندي نظر اچي ته ان ۾ حيرت جي ڳالهه ڪهڙي آهي. بيشڪ انسان ۾ انساني ۽ حيواني بئي خواهشون آهن، پوءِ جيڪر حيواني خواهشن تي قابو پائڻ وارن کي پنهنجي ڪا خواهش حيواني شڪل ۾ نظر اچي ته ان ۾ حيران ٿيڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي چاهي هو اچو هو، براق** (چمڪندڙ، ڪنوڻ،تيز) **هو، برق (تيز) رفتار هو، ايترو تيز هو جو جتي هن جي نظر پوندي هئي اتي هن جا پير پهچندا هئا. جي هو گهوڙن جهڙو وڏو نه هو نه وري گڏهن جهڙو ننڍو هو، مناسب پوري قد وارو هو، سڀ ڪجهه هجي پر رهندو هو حيوان. چا ڪجي وڏين نشانين** (آيات الڪبریٰ) (قرآن جنهن آيت ۾ اسراء يعني معراج جو ذڪر ڪيو آهي، ان ۾ ٻڌايو ويو آهي ته الله پنهنجي بندي کي مسجد حرام کان مسجد اقصیٰ ڏانهن رات جو انڪري وٺي ويو ته "پنهنجو سڀ نشانيون" ڏيکاري ۽ ٻي جاءِ تي هن واقعه جو ذڪر آهي، اتي نشانين کي آيات الڪبریٰ "وڏيون نشانيون" چيو ويو آهي) **جو سيلاني ننڍين نشانين** (آيات صغریٰ) **۾ رهندڙن کي ڪئين سمجهائي ته هو ڪٿي ويو هو؟ ڪڏهن ويو ۽ ڪهڙي طرح ويو.**

**ان ٻوڙي کي جيڪو نور جي دنيا جو سفر ڪري چڪو. جڏهن آواز جي ان دنيا ۾ هلڻ لاءِ چيو ويو جتي مورن جي جهنڪار، شينهن جي گجگوڙ، جهرڪين جي چون چون، چڪور جي چهڪن سان پريل هئي ته هن پڇيو آواز جي دنيا؟ ڪيتري فاصلي تي، ڪنهن تي؟ ڪيتري وقت لڳندو پهچڻ ۾؟ جڏهن ڪن جو پردو هٽايو ويو ته هي سڀ سوال ختم ٿي ويا. جنهنجي سيني کي تيار ڪيو ويو، جنهن جو سينو ڪوليو، جنهن جي ظاهري حواسن سان گڏ اندروني احساس جڳايا ويا هجن، ماڻهون هن کي ٻڏي پريشان چوتا ٿين .**

ڳالھ اھا آھي تہ جيڪو ڏيکاريو ويٺو ھو، جي اھو ڪنھن خاص شان ۾ ۽ ڪجھ ڏينھن پھريان ڏيکاريو ويو تہ ڇا ٿي پيو؟ ھزارن پيغمبرن مان ڪل اٺ پيغمبر ۽ انھن ۾ بہ آدم ڪان شروع ٿي ڪعبہ کي ٺاھيندڙ حضرت ابراھيم عليہ السلام تي ھن ﷺ شخص جي ملاقات جو ختم ٿي.
جيڪو آدم وانگر پنھنجي وطن کان ھجرت ڪري مديني پھتو ۽ جڏھن مڪو فتح ٿيو تہ ھن جو ڪم بہ پورو ٿيو. جنھن ڏنو (پھرين آسمان تي آدم، ٻئين تي عيسيٰ ۽ يحييٰ، ٽئين تي ادريس، چوٿين تي ھارون، پنجين تي يوسف، ڇھين تي موسيٰ، ستين تي ابراھيم کي ڏٺو، آدم جھڙي طرح پنھنجي وطن جنت مان نڪري دنيا جي ھجرت ڪئي پاڻ سڳورن ﷺ مڪي (وطن) مان نڪري مديني پھتو. مديني ۾ يھودين جي فتني ھن کي اھڙي طرح گھيريو جھڙي طرح عيسيٰ ۽ يحييٰ عليہ السلام ان ۾ ڦاٿا. ادريس عليہ السلام لکت جا باني ھئا اھڙي طرح بدر کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ مسلمانن ۾ لکڻ ۽ پڙھڻ کي رائج ڪيو ايستائين جو ھر پڙھيل قيدي ڏھن ٻارن کي لکڻ سيکارڻ ان قيدي جو فديو مقرر ڪيو، ادريس عليہ السلام کانپوءِ پاڻ سڳورن ﷺ بادشاھن ڏانھن خط موڪليا، جيئن ھارون عليہ السلام بني اسرائيل ۾ مقبول ھو تيئن پاڻ ﷺ اصحابن ۾ محبوب ھئا، جيئن حضرت يوسف عليہ السلام کي پنھنجي ڀائي ملڪ مصر ۾ حڪومت ملي ۽ ساڳي طرح حضور ﷺ کي مديني طيبہ ۾ ڪجھ سالن کانپوءِ اقتدار مليو، جھڙي طرح حضرت موسيٰ عليہ السلام پنھنجي ملڪ فلسطين تي مصر مان حملو ڪيو، پاڻ سڳورن ﷺ مڪي تي حملو ڪيو ۽ مشرڪن کي ڪڍي ڇڏيو، حضرت ابراھيم ڪعبي جو باني ھو. ڪعبة اللّٰہ تي قبضو ڪري وري ھن کي ابراھيمي مسجد بڻايو ۽ ان تي زندگي جو انت ٿيو) ۽ جيڪي نظر آيا. ٻنھي جي زندگين تي ٿورڙو غور ڪجي تہ نظر اچي ويندو جيڪو ٿيٺو ھو اھو ڪھڙي رنگ ۾ ان وقت ٿي رھيو ھو، جيتوڻيڪ انھن ئي واقعات جي سلسلي ۾ جڏھن صرف "زندگي" نہ پر "امانت ڪبريٰ" جي زندگي اقصيٰ واري مسجد ۾ ڏيکاري وئي تہ ان وقت صرف اٺ نہ بلڪ دنيا جا سڀ پيغمبر ھن امام جي پنيان بيٺا نظر آيا جيڪو پوري انسانيت جو وڏي ۾ وڏو امام آھي. (اللھم صل عليہ وسلم)

ھي سچ آھي تہ جنھن کي سچو مڃيو ويو ان جي ھڪ ھڪ "سچ" تي جي دلين ۾ شڪ جو اڀرڻ مطلب ھدايت جو انڪار ۽ ايمان نہ آڻڻ آھي، جنھن انڪار ڪيو اھو منڪر ٿيو ۽ جنھن اقرار ڪيو اھو صديق ٿيو.

اف! مان تمام پري نڪري ويس، پر جي پري ٿيڻ وارن کي ويجھو آڻڻ لاءِ جي ڪجھ دير ٿي وڃي تہ اھا دير ناھي. خير ڳالھ ٿي رھي ھئي تہ جيڪو ھڪ طرف کان جي دٻايو ويو تہ ان ۾ حيرت جي ڪھڙي ڳالھ تہ ٻئي پاسي کان ھو پري ۽ تمام پري ھليو ويو، جي قدرتي طور تي اھو نہ ٿئي ھا تہ ٻيو ڇا ٿئي ھا ۽ ان جو نتيجو اھو نڪتو جو جن کي سڃاڻڻ لاءِ پنھنجون اکيون کولڻ لاءِ ھر ھر چيو ويندو ھو، ظاھري طور انھن جي فريب ۽ مڪر ۾ تيزي پيدا ٿي پر ھن دعوا انھن جي دلين ۾ اجان وڌيڪ سختي پيدا ڪري ڇڏي. ھن امتحاني رستن تي ھو اھڙيون تدبيرون سوچڻ لڳا جنھن کانپوءِ ڪجھ بہ سوچي نٿو سگھجي.

# حضرت ابو طالب ۽ بيبي خديجهؓ جي وفات

هو هڪ طرف پنهنجا آخري منصوبا ٺاهي رهيا هئا ته ٻئي طرف هي وقت جي ورچڙهيل دنيا ۾ هن ٻن انسانن جو وقت پوري ٿي ويو. جيڪو آزمائي رهيو هو ان جي لاءِ واقعه جي اعتبار سان هي ڪجھ به نه هو پر عام انساني قانون جي حساب سان هن ڳالھ کي وڏي ڳالھ سمجهو ويندو آهي. شڪي شڪ ڪندا هئا ته هر مصيبت ۾ هي ٻئي سهارو ڏيندا هئا. ٽنڻ جي وقت به هي ٻئي حوصلو ڏيندا هئا.

بهرحال حضرت ابوطالب لاڏاڻو ڪري ويو ۽ سڀ کان پهريان ايمان آڻيندڙ عورت ۽ دنيا جي ايمان وارين جي اڳواڻ (رضي الله عنها) پنهنجو ڪم پورو ڪري ڇڏي وئي. امتحان جي ميدان ۾ اڪيلو ڇڏي وئي ته جيئن تسلي جي الزام جو شوشو به ڪٽ جي وڃي ۽ هو مٽجي وڃي، ڪٽجي ويو، مٽجي ويو پر امتحان ڏيڻ وارو امتحان جي ميدان ۾ ساڳي طرح پر اعتماد بيٺو رهيو ۽ انهن سيني حالتن سان مهاڏو اٽڪائي بيٺو رهيو جيڪي هن تي گذري رهيون هيون ۽ گذاريون پئي ويون.

ڪيتري تائين حبشه وارا حبشه ۾ هئا. دنياوي آخرت ۾، مڪي وارن وٽ امتحاني مدت جا ڏھ سال گذاري چڪا هئا، تپاسڻ جي ٻي ڪهڙي صورت هئي جيڪا باقي رهجي وئي هئي صرف ان منصوبي جي جيڪو آخري منصوبو هو.

# طائف جي زندگي

جي هي نٽا ٻڌن ته شايد ٻيا ٻڌن. هتي دل نٽي لڳي شايد هتي لڳي. اهوئي سوچي گهٽو پري نه ٻلڪ مڪي جي رئيسن جي گرميون گهارڻ جي جاءِ طائف جو خيال آيو. زيد بن حارثؓ آزاد ڪيل غلام ڪانسوءِ ٻيو ڪو به نه هو.حجاز جي سڀ کان امير ترين عورت به وڃي چڪي هئي ۽ جيڪي ڪجھ هن جو هو انهن رستن تي خرچ ٿي رهيو، خرچ ٿي چڪو هو، سڀ ڪجھ وڃي چڪو هو ايترو به نه بچو هو جو طائف تائين ڪا ڪرائي جي سواري ڪري وڃي. ٻن معمولي جوتن ڪانسوءِ پيرن مبارڪن کي رستي ۾ آرام ڏيڻ لاءِ ٻي ڪا به شيءِ نه هئي. ان حال ۾ پهچندين پهچندين وڏن دڪان وارن ڏي آيو، جنهن لاءِ آيو هو اهو بيان ڪيائين. سيني تجربن ۾ هي آخري تجربو هو، جنهن وٽ ويو ان هن کي موٽايو، جنهن سان ڳالهايو ان ڇڙٻ ڏني، ان کان اڳ اجنبي ماڻهن جو سلوڪ ڪڏهن به اوهان ﷺ سان اهڙو نه هو ۽ نه وري پيغمبر جي نعرن جي هوندي ڪا بشري فطرت ائين ڪري سگهي ٿي، هتي ڏيڪاريو پيو وڃي ۽ عجيب شان سان ڏيڪاريو پيو وڃي ته جن کي ڪا ڄاڻ ڪانهي انهن جي زبانن تي منطق جاري آهي.

” جنهن کي سواري لاءِ گڏه بہ ڪونهي، ڇا خدا کي هن کان سواءِ ٻيو ڪو نه مليو جنهن کي رسول ڪري ها ؟“

ٽئين دل لاءِ هي پهريون تير هو جيڪو دولت جي نشي ۾ چور هڪ امير جي زبان مان نڪتو.

” ڪعبي جو غلاف ڦاڻي پوي ، جي خدا توکي رسول ڪري موڪليو آهي“

ڪعبي جي عظمت جن جي نظرن ۾ بتن جي ڪري هئي جيڪي مختلف قبيلن جي خدائن جي صورت ۾ اتي رکيا ويا هئا ۽ انهن جي خيال ۾ انهن بتن سڄي عرب کي ڪعبي سان ٻڌي رکيو آهي. هن پنهنجو هي سياسي نظريو پيش ڪيو.

”جي تون رسول آهين ته منهنجي اها حيثيت ناهي جو تو سان ڳالهيان ۽ جيڪڏهن تون رسول ناهين ته اها منهنجي بي عزتي آهي جو ڪنهن ڪوڙي سان ڳالهيان“

هي انهن مان ٽئين جي منطق هئي. جيڪو سين لاءِ هو ۽ سين لاءِ آهي، قيامت تائين آهي، ڪهڙو نه هانءُ ڏاريندڙ منظر آهي جو سڀ هن کي موٽائي رهيا آهن. تيز ۽ سخت جملن سان هن کي جواب ڏئي رهيا آهن. ڳالهه ان تي ختم نه ٿيندي ته هن ﷺ جيڪو پيش ڪيو ان کي رد ڪيو ويو پر ٻاهه ۾ (بخاري ۽ مسلم جي مشهور حديث جو ترجمو آهي جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو و مثلكم أنا آخذ بحجزكم عن النار ( منهنجي مثال اوهان سان ائين آهي ته مان توهان کي چيلهن کان جهلي ٻاهه کان بچايان پيو) ٽپا ڏيندڙن کي جيڪو چيلهن کان جهلي ڇڪي رهيو هو، ان کي ئي پٿي پر ڪيرايو ويندو آهي. پٿر هٽي هٽي ڪيرايو ويندو آهي. گوڏن جواب ڏئي ڇڏيو، پنيون زخمي ٿي پيون، ڪپڙا ڳاڙها ٿي رت سان رنگجي ويا. نوجوان ساٿي رستي تان بيهوشي جي حالت ۾ جهڙي طرح ڪٽي سگهيو ڪنيو، پاڻي جي ڪنهن ڪڏ جي ڪناري آندو، جتيون لاهڻ چاهيان ٿي پر رت جي ڪؤنر پير جي تري سان ائين چنبڙجي وئي جو جتيون لاهڻ مشڪل ٿي پيون.

۽ ڇا ڇا ٿيو، جيتري ان جي ڳالهه ڪئي وڃي اها گهٽ آ، مختصر هي ته طائف (جيئن ٻڌايو ويو آهي ته طائف مڪي جي اميرن جي گرمين گهارڻ جي جاءِ هئي انهن جي باغن ۾ بنگلا تمام گهڻا هئا. واپسي تي پاڻ ﷺ جنهن باغ ۾ پڙاءُ ڪيائون اهو عتبه ۽ ربيعه قريش جي ٻن رئيسن جو باغ هو. بنگلي مان هن جي نظر حضور ﷺ تي پئي، حقيقت ۾ دشمن هئا پر عرب ۽ قريش هئا دل نه مڃيو. پنهنجي عيسائي غلام عداس جي ذريعي هڪ ٿالهي ۾ ڊاک جا ڪجهه ڇڳا وجهي پاڻ ﷺ ڏانهن موڪليا جيڪي قبول فرمايا ۽ بسم الله پڙهي کائڻ شروع ڪيا، عداسؓ کي اوهان جي بسم الله تي حيرت ٿي. پڇڻ تي پاڻ ﷺ فرمايو تہ مان الله جو رسول آهيان، هي ٻڌي عداسؓ سن قدمن تي جهڪي چميون ڏيڻ لڳو) ۾ اهو ٿيو جيڪو اڳ ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو.

پر ڇا طائف جي ڳالھ صرف ان تي ختم ٿي وڃي ٿي، رستو موڙ کائي رهيو پر ماڻهن ان کي سڌو سمجهي رهيا هئا، چوواٽي تي پهچي چڪا هئا پر ڪو به نہ بينو جيتوڻيڪ بخاري ۾ وڏي تڪليف جي سوال ۾ جڏهن ذاتي اقرار موجود هو.

**كانَ أَشَدَّ ما لَقِيتُ منهمْ يَومَ العَقَبَةِ** (سڀ کان وڏيڪ تڪليف انهن (نہ مڃڻ وارن) کان مون کي ان گهاٽي ۾طائف جي ڏينهن پهتي)" مسلم حديث 1795"

**إذْ عَرَضْتُ نَفْسِي علَى ابْنِ عبدِ يَالِيلَ** (جنهن ڏينهن عبدياليل جي پٽ کي دعوت ڏني)

"مسلم حديث 1795"

ماڻهون احد ۽ احد جي جبلن کي ڇو ياد ڪيو، پر جيڪو احد جي مقابلي ۾ طائف کي ياد ڪندو هو ان کي وساري ڇڏيو ۽ پڇيو بہ ويو هيو.

**هَلْ أَتَى عَلَيْكَ يَوْمٌ كَانَ أَشَدَّ مِنْ يَوْمِ أُحُدٍ** (ڇا اوهان ﷺ تي احد جي ڏينهن کان بہ وڌيڪ ڪو سخت ڏينهن آيو؟) "مسلم حديث 1795"

ان جي جواب ۾ جنهن تي گذري ان طائف پيش ڪيو، جن تي ڪا وهي نہ واپري هاڻي انهن کان ڇا پڇجي.

۽ حقيقت بہ اهائي آهي تہ جهڙي طرح ابي طالب جي گهاٽي ۾ جنهن کي هڪ طرف کان دٻايو ويو تہ ٻئي طرف هو ايترو تہ مٿي ٿيو جو زمين ۽ آسمانن، تارن ۽ ڪهڪشائن، ڏسڻ ۽ سوچڻ کان بہ مٿي، جت سڀ ڪجھ ختم ٿئي ٿو، منتهىٰ جو سدره بہ ان جي گهيري ۾ اچي ويو.

بلڪل ائين طائف جي گهاٽي ۾ واپس ڪيو ويو ۽ اهڙي طرح بدلو ڏنو ويو جنهن سان مليو اهو ڦاٽي پيو، جنهن سان چنبڙيو اهو سوڙهو ٿيو، جنهن کي لوڏيائين اهو ڏڏريو، جنهن سان ڳنڍيو تنهن ٽورڙيو، هي انڪار جي آخري حد هئي، ائين محسوس ٿي رهيو هو تہ ڪائنات جو ذرو ذرو پاڻ ﷺ جي مخالفت تي لٿل هو جيڪو هو ان رد ڪيو.

جي هي ٿي رهيو هو ۽ اهو بہ ڏينهن جي روشني ۾ ٿي رهيو پوءِ ڇو نہ سمجهيو ويو تہ جنهن قدرت جي هر ناڪاري قانون جو پڇاڙي مثبت ٿيندي آهي، جنهنجي هر عمل جي تار ردعمل تي ٽٽندي آهي. " ڏي وٺ" جي ڳنڍين ۾ ڳنڍيل هن دنيا ۾ جڏهن هي عمل ٿي رهيو هوتہ بيشڪ صفا جي ڪنڊ تان جنهن انڪار جي شروعات ٿي هئي، طائف جي وادي ۾ ان جي انتها ٿي. جيڪو ٿڏيو ويو اهو قبول ڪيو ويندو، جيڪو ڇڇيو ويو اهو واپس سڏيو ويندو، جيڪو ڪيرايو ويو اهو اٿاريو ويندو، عقل جو تقاضو هو تہ ائين ٿئي ها ۽ شايد ائين ٿيو. ڪارڻ هميشہ سبب جي رنگ ۾ ايندو آهي. اصل نقل جي روپ ۾ ايندو آهي. ڪهڙي نہ تعجب جي ڳالھ آ، امتحان ۽

مصيبت جي هن ڏکهي مکي حياتي ۾ " خاموش هئا ۽ برداشت ڪري رهيا هئا". اهڙو نظارو هن منظر ڪانسوءِ ٻيو ڪٿي به پيش نہ ٿيو هو، پر جڏهن مکي جي انهن واقعن جي پڄاڻي طائف ۾ ٿئي ٿي تہ پوءِ ڏسو جيڪي شروع ٿيو اهو پنهنجي انتها تي پهچي ختم ٿيندو.

# طائف کان واپسي

زيدؓ شهر کان ٻاهر ڪنڊي رت سان رنگيل جسم کي ڌوئي صاف ڪيو. سامهون هڪ باغ ۾ ڪجھ آرام ڪرڻ لاءِ وٺي آيو. جتي ڦٽن سان ڦٽيل ۽ بي هوش، بک ۽ اڃ سبب بيحال، پرديسي مسافر جي ٿهل ٿڪور ڏاک جي ڪجھ ڇڳن سان ڪئي وئي. جنهن سان دل کي اطمينان تہ ڇا مليو بهر حال ڪجھ ٻل مليو تہ جئين ٿورو هلي سگهي پر جئين ئي قرن الثعلب جي موڙ وٽ پهتا ڪمزوري ويهاري ڇڏيو. مٿو پڪڙي ويهي رهيو ۽ اهو جيڪو انڪاري عمل جي آخري حد تائين پهچي چڪو هو ۽ هاڻي ان جي ردعمل جي شروعات ڪرڻ پئي چاهي. ڏهن ٻارنهن سالن کان خاموش زبان ۾ لرزش پيدا ڪري ٿو. جيڪا بند هئي کلي پئي، صبر جو بند ٽٽو، ان وقت اتي ڪير هو جيڪو ٻڌي تہ ڇا اُٿليو. پوءِ بہ زيدؓ جي ذريعي ڪجھ لفظ يادگيرين جي صورت ۾ اڃان تائين بچيل آهن. سالن جي صبر ۽ سڪون جو جبل ڏريو ۽ ان مان هي لائو نڪتو.

" منهنجا الله! تو وٽ پنهنجي ڪمزوري جي شڪايت ڪٽي آيو آهيان، تنهنجي سامهون پنهنجن وسيلن ۽ ذريعن جي کوٽ جي شڪايت ڪيان ٿو. ڏس! انسانن ۾ ڪمزور ٿي ويس، مون کي بي آبرو ڪيو ويو آهي، سيني مهربانن کان مهربان منهنجا مالڪ منهنجي ٻڌ! تون ڪمزرون جي همت آهين، منهنجي طاقت منهنجا پالڻهار تون ئي آهين، مون کي تو ڪنهن جي حوالي ڪري ڇڏيو آ؟ جيڪي مون کان پري ٿيڻ چاهين ٿا، مون کي انهنجي ويجهو ڪرين ٿو يا تو مون کي ۽ منهنجي سيني معاملن کي دشمنن جي حوالي ڪيو آهي؟ پوءِ بہ جي تون مون کان ناراض ناهين تہ مون کي انهن ڳالهين جي ڪا بہ پرواهہ ڪانهي. پر پوءِ بہ تنهنجي ٻاجھ جي هنج ۾ منهنجي لاءِ پلائي آهي. تنهنجي چهري جي تجلي جنهن سان اوندهاين جو انت ٿئي ٿو، مان ان نور جي پناهہ ۾ اچان ٿو چاڪاڻ تہ ان ۾ دنيا ۽ آخرت جي پلائي آهي. مون تي تنهنجي ڪاوڙ جي باهہ ڀڙڪي مان ان کان پناهہ گهران ٿو، مان تنهنجي غضب جي گرمي کان بچڻ لاءِ تنهنجي چانؤ جي پناهہ ۾ اچان ٿو، راضي ڪرڻو آ، ان وقت تائين راضي ڪرڻ آ جيستائين تون راضي نٿو ٿين، ڪنهن کي نہ طاقت آ نہ وري سگھ آ، پر اعلیٰ و عظيم الله ڪانسوءِ آهي"

هي ڪجھ ڦڙا آهن جيڪي ان ڏينهن جي چولين جي چول کان بچي ويا نہ تہ ڪنهن کي ڪهڙي خبر ڇا چيو ويو! ڇئوراپو ويو؟ جڏهہ پنج وقت انسان ۽ رب جي وچ ۾ ڳالهہ ۽ دعائن جا دروازا کوليا ويندا آهي ۽ ان گفتار جي شروعات جا گفتا يا اکر اهي چيا ويندا آهن (سورة فاتحہ جيڪا هڪ

درخواست جي صورت ۾ آهي ۽ نمازي هن سان نماز جي شروعات ڪندو آهي پوءِ هن عرض جي جواب ۾ قرآن جو ڪو حصو پڙهايو ويندو آهي يعني تو جيڪا "صراط المستقيم" جي هدايت جو جيڪو عرض ڪيو آهي ته قرآن توکي ان سڌي راه جي باري ۾ ٻڌائي رهيو آهي، خير مقصد هي آهي ته دعا اسان ڪندا آهيون پر هن دعا ۽ درخواست جو انتخاب پاڻ الله تعالىٰ فرمايو آهي) يا چئورايا ويندا آهن.

بس سچ اهو آهي جيڪو چوندو رهيو آهيان ته انڪاري قانون ختم ٿي چڪو هو، طائف جي وادي ۾ ختم ٿي چڪو هو ۽ بلڪل ختم ٿي چڪو هو. هن جو جيڪو مقصد هو پورو ٿي چڪو هو. اندر ٻاهر اچي چڪو هو ۽ پوري طاقت سان آيو، هر شڪل ۾ آيو، هر صورت ۾ آيو، ذڪر ڪي به ڏنو ويو ۽ چڱي طرح ڏنو ويو. ڪسي (ڦري) به ڏنو ويو ۽ هر طرح سان ڏنو ويو.

سال به نه، هڪ جاءِ تي، هڪ وڏي عرصي تائين موقعو ڏنو ويو، ته جيئن ڪڙ ڪاٽڻ وارا ڪڙ ڪائن، وڃائڻ وارا وڃائن، تنگ ڪرڻ وارا تنگ ڪن، چيڙائڻ وارا چيڙائڻ، پرکڻ جي باقي کهڙي بني هئي جنهن ۾ قدرت جي هٿن جو خلقيل هي خالص سون نه وڌو ويو هجي. گرمي جو کهڙو پيمانو آهي جيڪو هن جي خاص لاهوتي حقيقت کي نه ڏنو ويو هجي. جيڪو ڪري سگهيا ٿي، اهو سڀ ڪجھ ڪيائون جيڪو سوچ جي دائري ۾ سمائي سگهجي ٿو. جنهن کي توهان مکي جي زندگي جي انهن سالن ۾سانده ، مسلسل، هر هر "صداقت ۽ ايمانداري" جي هن لاثاني سرچشمي سان ٽيندي ڏٺو، ان تي سڀ شهادتون پڄاڻي تي پهتيون، سڀ گواهيون پوريون ٿيون، سڀ تجربا پوري طرح ڪرايا ويا، سڀ جانچون ڪيون ويون، مختصرن جيڪو سوچي ۽ ڪري سگهجي ٿو سڀ ڪيو ويو. منفي قانون پنهنجا سڀ حق استعمال ڪري پنهنجي اختتام جي پڄاڻي تي پهتو.

پڪ سان اهو وقت اچي چڪو هو ۽ جي هاڻي نه اچي ها ته پوءِ ڪڏهن اچي ها! ته جيئن معاملن جي ٻئي رخ جي شروعات ٿئي. بس اهو جنهن کان هر شيءِ ڦري وئي، ڪائنات جي هر ذري جنهن سان ويڙھ ڪئي ۽ پوري قوت سان وڙهيو ۽ پوري طاقت سان وڙهيو اهڙي شدت سان جو صبر ۽ برداشت جا جبل ۽ سڀ ڪان وڏي جبل ۾ به جنبش اچي وئي. هاڻي انتظار ڪريو، هاڻي هر ذرو ان سان چنبڙي جنهن کان پري ٿيو، سڀ انهن ڏانهن پڄن جنهن کان جدا ٿيا، ان سان اچي ملن جنهن کان منهن موڙيائون، ان سان گهارن جنهن کان بيزرا هئا، ان سان چنبڙن جنهن کي ڏک ڏنائون، اهي هاڻي ان کي سڏن ۽ عاجزي سان سڏن، جنهن کان ڏڪندا هئا، هاڻي صرف هن ڏانهن ها! صرف هن ڏانهن چڪيا ۽ پوري طاقت سان چڪيا، زمين چڪي، آسمان چڪيو، ملڪ چڪيا، جن چڪيا، انسان چڪيا مطلب ته جيڪا شيءِ چڪجي سگهي اها چڪي آئي ۽ ڏسو! ڇا اهو ٽي نه رهيو آهي. شاعري ناهي حقيقت ۾ ٿي رهيو آهي. مان نه! امام بخاري چئي رهيو آهي.

# جبرئيل امين؏ طائف ۾ ظاهر ٿيڻ

جيڪو زمين موڪليو ويو ۽ هر طرف کان موڪليو ويو، ان جي مبارڪ پيرن سان سيني کي ڳنڍڻ لاءِ ملاء اعلىٰ (قرآن مجيد جي اصطلاح ۾ عالم غيب جي آسماني طبقه ۾ جبرئيلؑ جو نالو ملاء اعليٰ آهي)

۾ حرڪت پيدا ٿيندي آهي، ملائڪن جي سلسلي جي ارتقائي نقطي جو آخري نقطو "الجبرئيل الامين" کي ڏيکاريو ويو ۽ چئي رهيو آهي؟

ٻڌو سين! الله به ٻڌي ورتو، اوهان جي ماڻهن جيڪو اوهان کي چيو."

وري ان سان ڳالهايائين جنهن کي سيني موٽايو

"۽ جنهن جنهن تنهنجو انڪار ڪيو ۽ اڇلايو اهو به الله کان ڳجهو ناهي"

ان ڪانپوءِ جنهن کي اهميت نه ڏني وئي هئي ۽ پنهنجي توهين جي ڏک ۾ ڪجھ گھڙيون اڳ وياڪُل (ڏکارو) ٿي رهيو هو " هو اني على الناس (پاڻ ﷺ جي دعا جنهن جو ترجمو مٿي ٿي چڪو آهي، ان جو هي ٽڪرو آهي. يعني پاڻ ﷺ الله تعالىٰ جي سامهون پنهنجي ان توهين جي شڪايت فرمائي رهيا هئا جيڪا ان وقت اوهان ﷺ جي ٿي رهي هئي "انسانن وٽ بيقدري" ان جو ترجمو آهي) چئي روئي رهيو هو، ڏسو! هن کي اهميت ڏني پئي وڃي، ٻن جبلن جي وزنن برابر؟ جبلن سان توريو ويو؟ هماليہ، ارال، البرز، آلپس جي وزن برابر ڪيو ويو؟ عمل جو صحيح رد عمل ڪيئن ٿئي ها جي ان ڳالھ تي بس ڪئي وڃي ها ته هو سيني کا هلڪو آهي. جيستائين سين کان ڳرو (اعلىٰ) نه ڪيو وڃي تيستائين ڪيئن چئجي ته عمل جو رد عمل ٿيو.

جبرئيل امين؏ عرض ڪيو " قَدْ بَعَثَ إليك مَلَكَ الجِبالِ" الله تعالىٰ اوهان ﷺ وٽ جبلن کي نه پر جبلن جي ملائڪ کي موڪليو آهي.

جنهن کان سڀ واپس ورتو ويو هو، انهن کي هاڻ سڀ ڏنو ويو ۽ ڪهڙي ترتيب سان ڏنو ويو، غيب جي دنيا ۾ به ملاء ادنىٰ (عالم غيب جي هيٺين طبقي کي ملاء ادنىٰ چئبو آهي) کان اڳ ملاء اعلىٰ جو اهو پاڪ وجود (يعني جبرئيل امين؏ تفصيل لاءِ منهنجو ڪتاب "الملكوت والمثال") جيڪو روحانين جو سردار آهي ۽ شايد ملائڪن جي ميڙ ۾ پلڪار جي نقطي دائري جي حيثيت رکي ٿو، اهو ڏنو ويو ان ڪانپوءِ ملاء ادنىٰ جي ملائڪ جبلن جي نگران جي خوشخبر ڏني وئي ۽ خوشخبر به ڪهڙي، جبرئيل امين؏ عرض ڪري ٿو.

" هي جبلن جو نگران ملائڪ آهي اوهان ﷺ جيڪو حڪم ڪندؤ هي پورو ڪندو"

جبلن جو نگران ملائڪ حوالي ڪيو، جنهن ﷺ جي سلام جي جواب ۾ طائف جي بازار ۾ چيچورا چورا پٿر هٽندا هئا، ان جي رد عمل ۾ پوري طاقت جو هاٿي اندازو لڳائي ونو. پاڻ ﷺ چون ٿا " هن جبلن جي نگران ملائڪ مون کي سلام ڪيو" بازار ۾ سلام چوڻ تي جيڪو مذاق اڏايو ويو هوملائڪ حڪم جي اجازت گهري ٿو " **يا محمد ذالڪ لڪ**" ( اي محمد ﷺ توکي پورو حق آهي"

کهڙي ڳالھ جو حق آهي، اف! جن پٿر بازي ڪئي هئي، جبلن جو نگران ملائڪ اجازت گهري رهيو آهي. جي چئو تہ انهن طائف جي پٿر هٽندڙن کي هنن ٻنهي جبلن جي وچ ۾ جنهن ۾ طائف آباد آهي نپوڙي ڇڏيان؟

جنهن کي وسيلن ۽ ذريعن جي کوٽ جي شڪايت هئي ان جي سازوسامان جو اندازو تہ ڪيو! هي بخاري ۾ چيو ويو آهي؟ جنهن جا گوڏا پڳا ويا، جنهن جون پنيون رتو رت ڪيون ويون، هاٿي هن جي وس ۾ چا ناهي، ۽ جيڪو حق ڏنو ويو، چا پوءِ اهو واپس ورتو ويو.

هن کان پوءِ جي مان چوندو آهيان تہ احد ۾ ڏند پڳا نہ هئا پر پيجايا ويا، منهن مبارڪ زخمي نہ ٿيو هو پر ڪرايو ويو، خندق ۾ پيٽ تي پٿر ٻڌل نہ هئا پر ٻڌرايا ويا. مطلب ان ڪانپوءِ جيڪي ڪجھ ٿيو چا مان غلط چوان ٿو. جڏهن ماڻهن کي چوندو آهيان تہ هليو ناهي پر هلايو ويو آهي، مهينن جا مهينا گهر ۾ باھ نہ ٻري بلڪ نہ ٻارائي وئي، ڪاڏو نہ پڪو بلڪ نہ پچرايو ويو. "مون کي مسڪيني ۾ زندھ رک! مون کي مسڪيني ۾ مار! ۽ مون کي مسڪينن سان گڏ اٿار "

چا هن خواهش جي هر جگر ۾ طاقت آهي، ڪنهن جو دل آهي جيڪو ائين چئي سگهي ٿو! پر جن کي سڀ ملي ويندو آهي، اهي پنهنجي لاءِ نہ پر غيرن لاءِ سڀ ڪجھ ڪندا آهن. نعمتن وارا تہ پنهنجي نعمتن ۾ خوش آهن پر مصيبتن جي ماريلن کي تسلي تہ صرف هن ﷺ جي ذات مبارڪ مان ملي سگهي ٿي، جنهن وٽ سڀ ڪجھ ٿي سگهيو ٿي پر فقط ان لاءِ جن وٽ ڪجھ ناهي انهن جا ڳوڙها بيهن، ان لاءِ پاڻ وٽ ڪجھ بہ نہ رکيو. موطا امام مالڪ جي هن روايت جو ٻي کهڙي معنىٰ ٿي سگهي ٿي " منهنجون مصيبتون هر مسلمان جي عذر خواهي ڪنديون"

سوچڻ گهرجي تہ تڪليفن جي کهڙي قسم جيڪا هن پاڪ وجود نہ ڏٺي هئي (ماءُ، پيءُ،ڏاڏو، چاچا، گهرواري، ٻار سڀ اوهان ﷺ جي سامهون پر پيءُ تہ جمڻ کان اڳ اوهان کان پري ٿيو. فاطمہؓ کانسواءِ باقي سڀ هانءُ جي ٺارن کي پنهنجي هٿن سان مٽي حوالي ڪيو. هي تہ مائٽن جي موت جا صدما هئا، پاڻ ﷺ تي جيڪي جسماني ۽ مالي مصيبتون ٿيون ڪنهن ٻئي تي هن کان وڌيڪ کهڙيون ٿتن ها، آبرو عزت جي مصيبت لاءِ نياٽين کي طلاق، حضرت زينبؓ کي اٺ تان ڪيرائي رسوا ڪرڻ ۽ واقع معراج تي تہ ان جي انتها هئي چا ڪنهن امتي کي منهنجي مصيبتن کي ڏسي اهو چوڻ نهي ٿو تہ هي خدا جي عذاب جو نتيجو آهي، چا حضور ﷺ جون تڪليفون هن لاءِ تسلي نہ آهن) جيڪو دنيا وارن لاءِ اسوة ۽ هڪ مثال ڪري موڪليو ويو هو.

ها! مان پري نڪري پيو وڃان. ڳالھ ايتري تائين پهتي هئي تہ جنهن کي پٿرن سان پٿرايو ويو هو، ان کي اختيار ڏنو ويو تہ جبلن سان ان جو جواب ڏيئي ۽ سولائي سان ڏئي تي سگهيو، شايد هي اختيار انهن کي بہ ڪونهي جيڪي جهازن جي ذريعي ميزائلن سان ماڻهون مارن ٿا، جن انهن کي ڳل سان بہ نہ ماريو هو ۽ نہ انهن جي وس ۾ آهي جيڪي مڻ مڻ بہ بہ مڻ جا بم اڇلائيندا آهن.

ڪيڏو نہ ڪوڙو تڪبر آهي، جن کي بم ۽ گولا ڏنا ويا. چون ٿا تہ اهڙو ڪنهن کي بہ ناهي مليو، اڙي چريؤ! توهان کي تہ ڪجھ بہ نہ مليو آهي جيڪو توهان ڪان پهرين ملي چڪو آهي ۽ جيڪو چاهي ان کي بہ ملندو آهي ۽ هميشہ ملندو رهندو پر توهان جيڪي ڪيو ۽ ڪري رهيا آهيو ان کي دنيا ڏسي رهي آهي. هاڻي ڏسو! جنهن کي جبل مليا، جبلن جو ملائڪ مليو، هو پنهنجي هن طاقت جو ڪهڙو استعمال ڪندو، جن هن کي هلڪو سمجهو هو چا انهن جي زندگي ڳري ڪندو، جي چاهي ها تہ ڪري سگهيو ٿي ۽ ان کي ان جو حق بہ هو جنهن هن تي پٿر وسايا انهن کي سنگسار ڪري، هن طائف ڪان ٻاهر نڪري جيڪو چيو هو آسمان جي طرف هٿ کڻي چيو هو، پر طائف وارن هن سان اهو سڀ ڪجھ ڪيو جيڪو هو ڪري سگهيا ٿي. شايد توهان غور ناهي ڪيو هن جيڪي ڪجھ آهي اهو صرف پنهنجي لاءِ ناهي چيو.

وري ٿورو غور ڪيو! انهن جي باري ۾ هن جيڪو بہ چيو، جيترو هي ويجهو هو ايتري ويجهڙائي جن کي حاصل نہ هئي انهن جي خواهش تي نوح جو طوفان اچي ويو، انهن ۾ جيڪو سڀ ڪان مٿي هو، سمجهي سگهو ٿا تہ هو چا ڪري سگهيو ٿي ۽ هاڻي ڪهڙي ڳالھ جي ڪمي هئي هو جيڪو چاهي ڪري سگهيو ٿي پر جنهن تاريخ، نوح جي طوفان، عاد جي آنڌي (طوفاني هوا) ثمود جي رڙ، شعيب جو زلزلو، موسىٰ جي سمنڊ جا واقعا لکي محفوظ ڪيا آهن، ان تاريخ اهو بہ لکيو آهي تہ جبلن جي ملائڪ کي چيو ويو.

" مان مايوس ناهيان ٿيو، انهن مان اهڙيون نسلون پيدا ٿينديون جيڪي الله جي عبادت ڪنديون ۽ ان سان ڪنهن کي شريڪ ۽ حصيدار نہ ڪنديون"

پهاڙ پاڻي ٿي ويو، ان آواز باھ کي باغ ڪري ڇڏيو. جيڪي مري رهيا هئا زندھ ٿي پيا. جيڪي ختم ٿي ويا هئا اهي شروع ٿي ويا ۽ رد عمل جي عمل ۾ جيڪو ٿيڻو هو، ان جي پهرين صورت هي هئي (صلي الله عليہ وسلم) خير هي تہ هڪ عارضي ڳالھ هئي ۽ جيڪو ڪائناتن جي لاءِ پيار کڻي آيو هو، ان جي زندگي ۾ هن واقعه ۾ ڪا نئي ڳالھ ڪا نہ هئي. مان هي چئي رهيو هئس تہ جنهن ڪان کسيو ويو جڏهن ان جي ردعمل ۾ هن کي ڏنو پئي ويو تہ ڪهڙي نہ عجيب سليقي سان ڏنو پئي ويو، ثابتي ۽ سمجھ ڪان اڳ غيب مليو. غيب ۾ بہ ملاء اعليٰ تي وس ڏنو ويو. ملاء اعليٰ ڪانپوءِ ملاء ادنىٰ تي اختيار ڏنو ويو. ان ڪانپوءِ چا ٿيڻ گهرجي عقل لاءِ اندازو ڪرڻ آسان آهي تہ ڳجهي ۽ غير محسوس جي هي آنڌ مانڌ يڪدم احساس ۽ ظاهر جي عالم ۾ اچي وڃي؟ جيڪر ائين ٿئي تہ اجان غيب جون ڪيتريون اڻ ڏٺل هستيون، اهڙا وجود جنهن کي

سڀ نتا ڏسي سگهن پر سيني ۾ انهن کي ڏسڻ وارا موجود آهن. ڇا پوءِ هي هنﷺ کان بچي سگهندا جنهن کي سڀ تي قابو ڏنو وڃي! " مَا لَكُمْ كَيْفَ تَحْكُمُونَ"(ڇا ٿيو آهي توهان کي ڪهڙا حڪم ڏيو ٿا)

## جنن سان ملاقات ۽ بيعت

نہ چيو وڃي ها تہ سوچيو وڃي ها،سمجهيو وڃي ها، مڃيو وڃي ها، پر جڏهن چيو ويو ۽ صحيح روايتن ۾ يقين سان چيو ويو تہ تسخيري (تابع) سلسلو ساڳي ترتيب سان اڻ ڏٺل کان ڏٺل ڏهان وڏيو ۽ ڏٺل دنيا تائين تسخيري آثار هن دنيا جي شين کان گذري پهتا جن کي انهن ٻنهي دنيا ۾ برزخي واسطي جي حيثيت حاصل آهي، تہ پوءِ ڇا عقل بہ هن ترتيب کي سمجهي نٿي سگهي.
ماڻهن بي خيالي ۾ چو ٻڌو جڏهن تہ انهن کي اهوئي ٻڌايو ويو هو. صحيح حديثن ۾ آهي تہ جبلن جي ملائڪ جي واقع کان پوءِ نخلہ (کجي) جي نخلستان ۾ ان برزخي (پردي جي دنيا) تسخير جو ظهور ٿيو ۽ بلڪل ان وقت تي ظهور ٿيو جيڪو رات جي اونداهي کي ڏينهن جي روشني سان ملائڻ جو واسطو (ذريعو) ۽ برزخ جو ڪم ڏيندو آهي. صحيح بخاري ۾ آهي تہ صبح جو وقت هو، کجور جي وڻن جي جهڳٽي ۾ فجر جي نماز جو قرآن گونجي رهيو هو. بلڪل ان وقت ﴿وَإِذْ صَرَفْنَا إِلَيْكَ نَفَرًا مِنَ الْجِنِّ يَسْتَمِعُونَ الْقُرْآنَ﴾ (سورة الأحقاف آيت 29)

"اسان توڏانهن هڪ جنن جي ٽولي کي موڪليو تہ جئين هو قرآن ٻڌن"

هو رڙيون ڪرڻ لڳا

إِنَّا سَمِعْنَا قُرْآنًا عَجَبًا - يَهْدِي إِلَى الرُّشْدِ (سورت جن آيت 1 ۽ 2)

"اسان پڙهڻ جي هڪ عجيب شيءِ ٻڌي جيڪا عام فهم جو رستو ڏيکاري ٿي"

بلڪل ساڳي طرح ڪجه بہ نہ هوندو آهي پر ٻتي ٻرڻ سان ئي قسمين قسمين جا ڪيترائي پتنگ جيڪي غائب هئا حاضر ٿيا. اهي بہ قرآن جي روشني تي ڪريا ۽ پروانن وانگر قربان ٿي ويا. جن وڏي واڪي چوڻ لڳا.

آمَنَّا بِهِ

( اسان هن کي مڃيو)

ان کان اڳ جو نظر وارن وانگر تبليغي مهم تي روانا ٿين نظر نہ ايندڙن جو هي جٿو انهن اڻ ڏٺل علائقن ڏانهن تبليغي مهم تي پهرين جٿي جي صورت ۾ روانو ٿي ويو.
بهر حال مون کي هن وقت اهو ڏيکارڻون هو تہ عمل جي رد عمل جو سلسلو ڪهڙي جٽادار ۽

صاف ترتيب سان اڳتي وڌي رهيو هو. ڪجين جي جنن جو اهو واقعو ويچارا محدث اسان تائين نہ پهچائن ها، ان خوف ڪان نہ پهچائن ها تہ جنهن ۾ جنن جي نسل جو هڪ جن (قرآن ۾”ابليس“ جي باري ۾ (ڪان من الجن) ” هو جنن مان هو“ بيان ٿيل آهي) انڪار جو جنون پيدا ڪري ٿو تہ پوءِ سوچو تہ ملاء اعلىٰ ۽ ملاء ادنىٰ تي اچي اسان غيبي وجود جي هن جنس ڪان هڪدم ٽپو ڏئي ظاهري ۽ احساسن واري عالم ۾ ڪئين هليا تا اچون. جي هي واقعو نہ بہ پيش اچي ها تہ عقل جو اهو مطالبو آهي تہ هن ڪي پيش اچڻ گهر جي. ارتقاء جي ڪڙين ۾ جي ڪا ڪڙي نٽي ملي تہ يقين ڪيو ويندو آهي تہ اها ڪڙي هوندي؟ اڻ ڏٺي ان ڪي مجيو ويندو آهي هئي ۽ ضروري هئي پر جي اسان انڪي ڏسي مجيون ۽ قرآن جي روشني ۽ حديث جي صحيح رهنمائي ۾ مجيون تہ چرين ڪي چوري ۽ مورڪن جا ٽولواسان تي چو ٿو ڪلي.

## مديني وارن سان پهرين ملاقات

خير ڪجين جي نخلستان ۾ غيب جي آخري حد بہ ختم ٿي هاٽي ظاهر ۽ احساس جي سرجد شروع ٿئي ٿي.

مڪي ڪان هي ڳوٺ هڪ رات جي مفاصلي تي هوصبح ٿي چڪي هئي، سج ايرندي ئي مڪي ڏانهن روانو ٿيو، جنهن وقت مڪي جي ويجهو منىٰ جي ميدان ۾ پهتو، قدرت پنهنجي عجيب ڪمن سان ظاهر ٿئي ٿي. اها ساڳيو منىٰ جو ميدان هو، اهوئي حج جو موسم هو، اهڙا ڪيترائي موسم آيا ۽ ڪيترائي ويا جڏهن ڪان ڪليو ڪلايو دعوت جو حڪم ٿيو، ان ڏينهن ڪان وني شايد ئي ڪو موسم گذريو هجي جنهن ۾ ماڻهن قبيلن جي خيمن جي اڳيان:

## يا أيُّها الناسُ، قُولوا: لا إلهَ إلا اللّٰهُ، تُفلِحوا

اي انسانون! چئو! الله ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي، ڪامياب ٿي ويندؤ

سڏڻ واري ڪي سڏيندي ڪو بہ نہ ڏسندو هو ۽ جتي ڏسندا هئا، اتي اهو ٿي رهيو هو جو جنهن ڏانهن بہ ويو پئي، اهو پڳو پئي، جنهن ڪي سڏيائين، ان پئي ڪني ڪيي ۽ رڳو اهو نہ پر هن منفي عمل جو اهو حال هو جو جنهن ڪي ڳنڍيو پئي ويو اهو پاڻ بہ پئي ٽٽو پر ٻين ڪي پوري طاقت ٽوڙيندو پئي ويو. اهو صرف هڪ پيرو نہ پر هرهر پئي ٿيو، جڏهن پڪارڻ واري جي پڪار ڏاڍيان ٿي ۽ جنهن جي ڳالم ٿي انهي سان گڏ

يا أيها الناس لا تسمعوا منه فانما يدعو لكم أن تسلموا اللات والعزى من أعناقكم، وحلفاءكم من الجن (حديث)

هن جي نہ ٻڌجو! هي توهان کان لات ۽ عزیٰ ۽ انهن پوتن جي اطاعت جا طوق اوهان جي ڪنڌن مان ڪڍڻ ٿو چاهي جيڪي توهان جا دوست آهن.

جو گوڙ ڪندو ابولهب پٿرن سان ماريندو هو ۽ ايترو ماريندو هو جو

## حَتّٰى أدَمِيٌ كَعْبَيْه

پنيون رت سان رنگجي ويندیون هيون

پر هي انڪار عمل جي وقت جو تماشو هو، هاڻي ان عمل جو رد مثبت صورت ۾ شروع ٿي چڪو هو، غيب ۽ ان جا سڀ رتبا تابعداري واري طاقت جي اڳيان سيس نامائي چڪا هئا ۽ هاڻي تصديق جي حد شروع ٿئي ٿي، پوءِ ڏسو، غيب مان سڀ کان پهريان اهو ڏنو ويو جيڪو سڀ کان وڏو هو. حقيقت ۾ بہ هن جي پيرن ۾ پهريان جيڪي ڪريا يا ڪيرايا وجن ٿا انهن جي واسطو پوٿن ۽ جيتن يا جانورن سان نہ هو پر انهن سان آهي جيڪي انهن ۾ سڀ کان وڏا سمجهيا ويندا هئا.

# مديني جي انصارن سان پهرين ملاقات

رات جو وقت آهي، چانڊوڪي ۾ انن جي وچ ۾ قبيلن جا خيما چمڪي رهيا آهن. گذريل وقتن ۾ انهن مان ذري گهٽ سيني ڏڪاريو هو انهي سوچ سان انهن ۾ اچي ٿو. ڪنهن وڏي ميڙ ڏانهن نہ پر ڏهن ڏهن جي ٽولين کان بہ گهٽ ماڻهن جي ميڙ تي نظر پوي ٿي. ويجهو ايندين پڇي ٿو **مَنٌ أَنْتُمٌ** (توهان ڪير آهيو)

ان ميڙ مان هڪ وراڻيو **مِنَ الْخَزْرَجِ** (خزرج قبيلي مان آهيون)

چا توهان ويهي سگهو ٿا؟ توهان کي ڪجھ چوڻ چاهيان ٿو؟ ها! بلڪل چئو.

”چا الله ڏانهن ايندؤ؟ هن جي اطاعت قبول ڪندؤ؟“

ڏھ يارنهن سالن تائين انهن ميدانن ۾، انهن ميڙاڪن ۽ منڊلين ۾ چا چا نہ چيو ويو، چا چا نہ ڪيو ويو پر ڪو ڪڙ تيل نہ نڪتو. ساڳي ميدان ۾، ساڳي وقت تي، ساڳي هوا ۾، ساڳي ماحول ۾ اڄ ٿورڙي وقت ۾ صرف بہ ٽي جملا زبان کان نڪرن ٿا، پوءِ ڏسو! جنهن تي ۽ جنهن جي پيرن غيب جهڪي چڪو هو اڄ ان جي پيرن تي تصديق وار جهڪن ٿا ۽ اهڙي طرح جهڪن ٿا جو پوءِ ڪڏهن بہ نہ اٿندا.

انهن پاڻ ۾ ڪجھ سُس پُس ڪئي، هڪ پل هي هو ۽ ٻيو پل اهو هو جنهن کي سيني موتايو ان جي سماهون ساڳيو ميڙ موتي رهيو آهي، جيڪو چئجي رهيو هو، اهي دهرائي رهيا هئا. الله

ڪارڻ ٻڌايو! جي هي صرف عمل جو رد عمل نہ آهي تہ ٻيو ڇا آهي. ڏهہ سال مڪي وارن ڇو نہ مڃيو ۽ ڏهن مِنٽن بلڪ ان کان بہ گهٽ وقت ۾ هنن مڃي ورتو. ڪنهن جي وس ۾ آهي جو هن سببن جي روشني ۾ ڳجهہ جي ڳنڍ کي کولي سگهي. مڪي وارن ڇا هو جيڪو هنن ۾ نہ هو. جي هي غريب هئا تہ ڇا هو امير هئا؟ هڪ ٻئي سان ويڙهہ ۾ جي هي برباد هئا تہ ڇا هو آباد هئا؟ جيتوڻيڪ هي ڇهہ ڄڻا هئا. انهن جو گهر اتي هو، جتي هاڻي چاليهہ، پنجاهہ يا سٺ ڪروڙن جي دلين جو گهر آهي ۽ ڪهڙو نہ پڪو ۽ ڪهڙو نہ پائيدار گهر آهي.( نورها الله تعالىٰ و حماها)

ڪاميابي ۽ مدد! جي آواز انهن جي زبانن جي پهرين آوزا هئي جيڪا ڪيني ۽ دشمني جي لاڳيتو ڏهن سالن جي گوڙ کان پوءِ هنن ڇهن ماڻهن جي دل مان نڪتي. تاريخ هي لفظ لکي ڇڏيا ۽ هميشہ جي لاءِ دنيا جي ڪتاب ۾ انهن جو نالو انصار (مددگار) پئجي ويو.

خير جيڪا لچ پچ غيب ۾ پيدا ٿي اڄ اها ظاهر ۾ بہ ظاهر ٿي. هاڻي اها وڌندي، چڙهندي ۽ چڙهندي ويندي، هن جي هيٺان انسان بہ ايندا، حيوان بہ ايندا، هر شيءِ ايندي. مطلب تہ اهي سڀ ايندا جيڪي اچي سگهن ٿا ۽ ضرور ايندا، پر جيڪي اڳيان هئا اهي پوئتي هوندا ۽ جيڪي پويان هئا اهي اڳيان هوندا. ٿورڙو صبر ڪيو، هن صف کي سڌو ٿيڻ ڏيو پوءِ ڏسجو جيڪو ڏيکاريو وڃي ۽ ٻڌجو جيڪو ٻڌايو وڃي!

مان چوندو ٿو اڃان تہ سڄاڻ وارو مڃڻ کان انڪار نہ ڪندو. جنهن هوا ۾خوشبو ملي وڃي، ان کي سنگهڻ ڪانپوءِ ڪو بہ ان خوشبو جو انڪار نٿو ڪري سگهجي؟ ها اها الڳ ڳالهہ تہ ڪنهن ۾ خوشبو سنگهڻ جي صلاحيت نہ هجي پر جنهن ۾ اها صلاحيت آهي هو ڪيئن چئي سگهي ٿو هن هوا ۾ خوشبو ناهي يا اها بدبو آهي؟

پوءِ جنهن ۾ "سچائي" جي احساس جي حس موجود آهي جڏهن "سچ" کي هن جي حس محسوس ڪيو هجي هاڻي ان کان انڪاري جي ڪهڙي صورت ٿي سگهي ٿي. جيڪو پنهنجي اندر بک کي محسوس ڪري ۽ پوءِ هو ان انڪار تہ اها بک ناهي. زبان سان ٿي سگهي ٿو پر اندر ۾ ان کان ڪيئن انڪار ڪندو.

پوءِ مڪي وارن جنهن کي ڏٺو، ان وقت جنهن کي ڏٺو، ان وقت کان وٺي ڏٺو جڏهن هن جو پيءُ پنهون پار ويو، ماءُ بہ اکيون ڍاري هميشہ پرين جي پار وئي، انهن هن کي سڃاتو، ان وقت کان سڃاتو جڏهن هو شهر جي صبح کي جهر جهنگ ۾ چوپاين سان گذاري شام ڪندو هو. انهن هن کي آزمايو ۽ ايتري تائين آزمايو جو هو صرف امانت جون شعاعون ۽ صداقت جي ڪِرڻن کي مسلسل پنهنجي اندر جذب ڪري رهيو هو (ان جو ايترو گهڻُ اثر هو جو قيصر جي دربار ۾ اوهان جي سڀ کان وڏي دشمن ابوسفيان کان جڏهن قيصر اوهان جي ايمانداري باري ۾ پڇيو تہ ابوسفيان جو چوڻ آهي تہ مان ڪوڙ ڳالهائڻ چاهيو پئي پر ان ڊپ کان نہ ڳالهايو تہ متان منهنجي پنيان بيٺل منهنجا ساٿي مون کي ڪوڙو نہ چون، ان ڪري سچ ڳالهائڻو پيو تہ اسان مان ڪنهن بہ هن کي ڪوڙ ڳالهائيندي ۽ بي ايماني ڪندي نہ ڏٺو آهي. هي واقعو بخاري ۾ تفصيل

سان موجود آهي. هي ڳالھ ان وقت جي آهي جڏھن قيصر کي خط مليو. ان کان اڳ صفا جبل چڙھي جڏھن سيني خاندان وارن کي سڏيو ويو ۽ انھن سيني کان پڇيو ويو تہ توھان جو منھنجي باري ۾ ڇا خيال آهي. سيني يڪ زبان ٿي چيو " **مَا جَرَّبْنَا عَلَيْكَ إِلَّا صِدْقًا** " اسان هميشہ توکي سچو ڏٺو آهي.)

**هن عجيب منظر جا اهي ئي گواھ هئا، جڏھن انھن جي سامھون مڪي جي سڀ کان غريب کي حجاز جو سڀ کان امير بنائي ڇڏيو پر انھن جي سامھون ان امير صلہ رحمي** (خاندان وارن سان سٺو سلوڪ) **حمل ڪامل**(بار کڻڻ يعني يتيمن، غريبن ۽ مسڪينن جو بار کڻڻ) ، **ڪسب معدوم**(هن ۾ بيان ڪرڻ وارن جو اختلاف آهي، منھنجي خيال ۾ هن جو ترجمو بيروزگارن کي روزگار سان لڳائڻ) آهي، **قري ضيف** (مھمان نوازي) **۽ اعانت علی نوائب الحق** (مصيبت ۾ مدد ) **جي وھنڊڙ وھڪرن ۾ پنھنجو سڀ ڪجھ لوڙھي پاڻ کي غريب ڪري ڇڏيو هو.** (هي حضرت خديجة الڪبریؓ جي پاڻ سڳورن ﷺ بابت راءِ هئي. جنھنجو احوال پھريان اچي چڪو آهي جڏھن اوهان ﷺ غارِحرا ۾ پھرين وحي کان پوءِ گھر آيا ۽ پنھنجي گھبراهٽ جو اظھار ڪيو. ان وقت اوهان جي پندرهن سالن جي زندگي جي باري ۾ حضرت خديجة الڪبریؓ جي راءِ جا هي لفظ آهن) **۽ اهڙو غريب ڪري ڇڏيو جو " هن وٽ سفر جي لاءِ ڳڏھ بہ ڪونہ هو" جي لفظن سان هن جي همعصرن هن تي ٺٺولي ڪئي. جي هو چاهي ها تہ گنج سان گنج کي گڏ ڪري سگهي ها جئين هن جي شھر وارا بلڪ گھر وارا پنھنجي اميري سان غريبن جي غربت ۾ واڌارو ڪري رهيا هئا** (عرب عام طور تي سود جي لعنت ۾ گھيريل هئا ۽ مڪي جي سود خورن ۾ سب کان وڏو سود خور پاڻ ابولھب هو) **يا دولت جي هن آئيني ۾ ترشنا** (شھوت، خواهش) **جو تماشو ڪري رهيا هئا. اهو سڀ ڏسڻ وائسڻ کان پوءِ انھن حرا جي دعوا جي پڙتال جي لاءِ جيڪو ڪجھ ڪرڻ چاهيو هو ڪندا رهيا. بغير ڪنھن مھلت جي ڏھ يارنھن سالن تائين ڪندا رهيا. انھن ڏيئي ڏٺو، وٺي ڏٺو، جنھن جنھن طريقين سان ۽ جنھن جنھن صورت سان هنن چاهيو، بغير ڪنھن روڪ ٽوڪ جي ڏٺو رڳ رڳ کي الڳ ڪري ڏٺو، تاندوري تاندوري کي جدا ڪري ڏٺو، هن ﷺ پنھنجو اندر کي سيني جي سامھون ٻاھر ڪڍ رکي ڇڏيو هو ان کي بہ جاچيندا رهيا، ڏڏريندا رهيا، مھٽيندا رهيا، گھليندا رهيا، رڳڙيندا رهيا، پر تجربن جي هن تمام ڊگھي سلسلي کان پوءِ بہ انھن کي، هن ﷺ ۾ اهوئي مليو جيڪو هو ڏيکاريندو هو. بيشڪ جڏھن هن کي ڏٺو ويو تڏھن بہ سچ هو ۽ جڏھن هن کان واپس ورتو ويو تڏھن بہ سچ هو.**

يقينن ان کان وڏيڪ پرکجي نٿو سگھجي جيترو انھن پرکيوڙو، ان کان وڏيڪ آزمائي نٿو سگھجي جيترو هنن آزمايو.

اها ڳالھ سمجھ ۾ نٿي اچي تہ جن پوءِ مڃيو، انھن پھريان ڇو نہ مڃيو. ماڻھو جي دل جو سياءُ ۽ انساني جي عادت اها آهي ۽ هميشہ رهندي، پر ان سان گڏ شايد ان تي غور ناهي ڪيو ويو تہ جيڪو ڄاڻي ٿو اهو ئي مڃي ٿو. پوءِ جنھن نہ سڃاتو جي ان نہ مڃيو تہ ان ڪنھن جو انڪار ڪيو؟ بيشڪ انھن جي دلين سڃاتو هو پوءِ جي انھن جي زبانن نہ مڃيو تہ اهو ڪيئن سمجھيو ويو تہ انھن جي دلين نہ مڃيو.

ڇا زبان دل آهي! يا دل زبان آهي؟ ڪاش ائين هجي ها پر پوءِ دنيا ۾ "ڪوڙ" جو آڪيرو ڪٿي نھي ها.

”ظلم“ جي نشي ۾ جڏهن مدهوش هجي، ”فخر“ جي ڪوڙين شين ۾ قاتل هجي تہ دل جو اهو ئي حال ٿيندو آهي. هي منهنجو نہ پر دل ٺاهيندڙ جو چوڻ آهي تہ ان وقت دل مڃيندو آهي ۽ زبان انڪار ڪندي آهي.

انهن جي دلين اقرار ڪيو هو، مڪي وارن انڪار ڪيو، انهن جي دلين هن کي يقينن مڃيو پر جيڪو وڏيرو آهي اهو وڏيرو ئي رهندو ۽ جيڪو ننڍو آهي ان جي اڳيان وڏيرو پنهنجي وڏيرائي ڪان هٽ ڪيئن ڪڍندو. ”فخر“ ۽ ”وڏائي“ جي هن نشي تي اجان ڪٿاڻ جي ڪٿائي نہ ٻرڪي وئي هئي امڪان آهي تہ ٻرڪي وڃي. هٽ جي هنيلن کي هميشہ هن حال ۾ڏنو ويو تہ بيپرواهي جي حالت ۾ انهن جون زبانون هبڪندي هبڪندي انهن جي دلين سان جهيڙيندئون هنيون تہ هٽ جي هنيلن کي هميشه ان ئي حالت ۾ ڏنو ويو آهي

تَنَازَعْنَا نَحْنُ وَبَنُو عَبْدِ مَنَافٍ الشَّرَفَ، أَطْعَمُوا فَأَطْعَمْنَا، وَحَمَلُوا فَحَمَلْنَا، وَأَعْطَوْا فَأَعْطَيْنَا، حَتَّى إِذَا تَجَاذَيْنَا عَلَى الرُّكَبِ، وَكُنَّا كَفَرَسَيْ رِهَانٍ، قَالُوا: مِنَّا نَبِيٌّ يَأْتِيهِ الْوَحْيُ مِنْ السَّمَاءِ، فَمَتَى نُدْرِكُ مِثْلَ هَذِهِ، وَاَللَّهِ لَا نُؤْمِنُ بِهِ أَبَدًا وَلَا نُصَدِّقُهُ

”اسان ۽ عبدمناف جي چوڪرن ۾ مقابلو ٿيو، انهن کارايو اسان بہ کارايو، انهن سوار ڪرايو تہ اسان بہ سوار ڪرايو، انهن ڏنو تہ اسان بہ ڏنو پوءِ جڏهن انهن جي ڪلهي سان ڪلهو ملايوسين ۽ گهوڙي جي ريس جي ميدان بہ برابري وارن گهوڙن جيا ٿياسين تہ عبدمناف وارا چوڻ لڳا تہ اسان ۾ هڪ نبي آهي جنهن تي آسمان مان وحي اچي ٿي، ڀلا اسان اهڙو ڪٿان آڻيون، خدا جي قسم! اسان هن کي نہ مڃينداسين، اسان هن جي تائيد نہ ڪنداسين.“

ڏسو! ابوجهل جو مشهور تاريخي اقرار، ڇا هو اهو قبول نٿو ڪري تہ پنهنجي جهالت ۽ هوڏ جي تري ۾ ”وڏائي“ ۽ ”فخر“ جي نندڪڙائي ڪانسواءِ هن ۾ ڪجھ بہ ناهي.

۽ ڪي اهڙا بہ هئا جن سچاتو پر وهمن ۽ وسوسن جي واچوڙن انهن کي روڪي رکيو. ڏڏن جو اهو ٽولو جيڪو انڪار ڪندڙن جو اقرار وڏي خوشي سان ٻڌائيندو آهي تہ جنهن کي اسان مڃون ٿا انهن جي باري ۾ ڪارلائل (THOMAS CALYLE in his HEROES AND HEROWORSHIP) کي بہ هي خبر آهي.

”هو حيات جي هڪ چمڪندڙ نور (ڪهڙي نہ عجيب ڳالھ آهي حديث نور جي تصديق هڪ منڪر جي قلم سان ٿي رهي آهي، سچ آهي والفضل ما شهدت به الأعداء“ تعريف اها جيڪا دشمن ڪري“) جنهن کي قدرت پنهنجي ڇاتي چيري دنيا کي روشن ڪرڻ لاءِ چمڪايو هو، هو جيڪو دنيا جي پيدا ڪندڙ جي حڪم سان دنيا کي روشن ڪرڻ آيو هو. مخلوق جو عظيم مينار پوائتو پر روشن راز هن جي اکين اڳيان چمڪيو، هن کي پنهنجي روح جيڪا خدا جي الهامي قوت سان اندر موجود هئي، هن کي جواب ڏنو“

۽ ڊاڪٽر آرٿر (Arthur Glyn Leonard in "Islam, her Moral and Spiritual values) بہ هن جي قدر کي سڃاڻي ٿو.

”محمد ﷺ گنيير کان گنيير معني ۾ هر دؤر جي لاءِ هر حيثيت ۾ سچي کان سچو، تمام گهڻي صداقت رکڻندڙ روحن مان هو. هو فقط عظيم ۽ وڏو انسان نہ هو پر سڄي انساني تاريخ ۾ جيڪي بہ وڏي کان وڏا يعني سچي کان سچا انسان پيدا ٿيا آهن انهن مان هڪ هو.“

ايترو سمجهڻ کان پوءِ ايترو سڃاڻڻ کان پوءِ بہ توهان پاڻ ٻڌايو انهن هن کي ڇو نہ مڃيو، هو تہ انهن جي مڃڻ لاءِ آيو هو جيئن ٻين لاءِ بہ هن کي مڃڻ ضروري هو.

پر نہ! جيترو بہ هو سمجهيا هئا جي هو ان تي ئي قائم رهن ها تہ ضرور مڃڻ لاءِ بيقرار ٿين ها جيئن مڃڻ وارا بيقرار ٿيا پر هو ”علم“ جي مقرر حدن تي نہ بيٺا. ”علم“ سان گڏ هنن ”وهم“ کي بہ شامل ڪيو، ”وهم“ هنن کي ”ظلم“ جي ڪناري آڻي ترڪائي ڇڏيو، ڏسو تہ سهي! هو محرومي جي ڪڏ ۾ منهن ڀر پيا آهن، انهن سڃاتو پر سڃاڻڻ ڪانپوءِ ظلم جي ٻاٿ هنن کي مڃڻ کان محروم رکيو. انهن وهمن جي ڪُني چاڙهي ۾ ڇيائون تہ جنهن جو دل اهڙو آهي دماغ بہ اهڙو هجي، اهو ضروري تہ ناهي.

جن جي سامهون ”مڪو“ بہ گذريو ۽ ”مڪي“ ۾ جيڪي گذريو اهو بہ گذري ويو.

مدينو گذريو ۽ جيڪي مديني ۾ گذريو، جڏهن هنن تي شڪ جو بخار چڙهيو ۽ اهو بخار اجائين گهٽن تي چڙهندو رهي ٿو. جيڪي اجا مڪي ۾ هئا انهن جي نظرن کان مدينو پري هو. حيرت ٿيندي آهي تہ ڪيئن وهمن جي اونداهي ۾ ڦاسي ٿاٻڙيا ۽ سڃاڻڻ، تجربن ۽ مشاهدن جي تيز روشني جي باوجود سڃاڻڻ ۽ مڃڻ کان لنوائيندا رهيا. انهن جي ”علم“ ۾ بہ ”ڏاڍ“ جي ڏاڍائي شريڪ هئي ۽ جيڪا شيءِ سامهون اچي چڪي هئي ان تي پردو پئجي ويو.

# دارالندوه جو آخري فيصلو ۽ هجرت

جيتوڻيڪ عمل جو رد عمل شروع ٿي چڪو هو ۽ ان جو طوفان غيب سان سينو سپر ڪري ظاهر جي ڪناري سان ٽڪرائجي رهيو هو پر انهن کي ان جو اندازو نہ ٿي سگهيو ۽ جيئن اڳ ۾ هن سان وڙهندا هئا وري بہ وڙهڻ لاءِ سندرو ٻڌڻ لڳا.

”منىٰ“ جي ميدان ۾ جيڪو قبوليت جو مظاهرو ٿيو هو، ان انهن ۾ ترٿلو مچائي ڇڏيو، انهن ۾ پنهنجي وڏيرائي وڃڻ جو ڪٽڪو پيدا ٿيو. پنهنجي ”ضمير“ جي سچي احساس تي اهڙن قسمن جي وهمن جون پٽيون ٻڌي اهي انڌا ٿيا ۽ ڪنڌ (زبور جي پيشن گوئي ڏانهن اشارو آهي جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي ڪنڌ جي چيڙي وارو پٿر”cornerstone“ چيو ويو آهي جيڪو هن تي ڪرندو اهو بہ ختم ٿي ويندو ۽ جنهن تي هي ڪرندو اهو بہ خاڪ ٿي ويندو) جي جنهن اجلايل پٿر تي انهن کان اڳين ان ڪري تعجب ڪيو هو تہ جنهن تي هو ڪرندو اهو چور چور ٿي ويندو آهي ۽ جيڪو بہ ان تي ڪرندو اهو بہ ذرو ذرو ٿي ويندو آهي. آخري ڀيرو سيئي گڏجي زور سان ڪريا. جمهوريہ قريش جي مشهور ۽ منحوس ( يعني قيد ۽ جلاوطني جي راءِ کي مسترد ڪري اهو فيصلو ڪيو ويو تہ جمهوريہ جي گروهہ (قبيلي) جو هڪ هڪ ماڻهو ان ۾

شرڪت ڪندو جيڪي گڏ جي اونداهي ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي (العياذ بالله) قتل ڪندا جئين ڪنهن هڪ قبيلي تي قتل جو الزام نہ اچي) قرارداد پاس ٿي.

کهڙي نہ عجيب ڳالھ آهي، آهي جيڪي ابوطالب جي ماتري ۾ جنهن جي پاٽي کي روڪي سگهيا ٿي، جنهن جو ڪاڌو روڪي سگهيا ٿي جو جو ان وقت انهن کي ان جي اجازت هئي. اهو زمانو رد عمل جو نہ هو پر عمل جو هو. هاٽي ڏسو! رد عمل جي زور کي ڏسو! ساڳيا ئي سامهون آهن، مڪي جي هر گهر جو جوڏو بينو آهي، اگهاڙيون تلوارون ڪنيون بينا آهن. مڪي کان ميل بہ ميل پري ڪنهن وادي جي ناڪابندي جي لاءِ ناهن بينا جنهن ۾ پهچڻ لاءِ ڪيترائي رستا ۽ لنگھ آهن بلڪ هڪ ننڍڙي گهر جي اندر دروازي تي بينا آهن. جنهن جو پاٽي بلڪ جنهن جي نوڪرن جي ڪاڏي پيتي کي بہ گهڻ واٽي وادي ۾ روڪي سگهيا ٿي اڄ اهي هن ﷺ کي روڪڻ تي قادر نہ ٿي سگهيا. جاڳي رهيا هئا پر ستا پيا هئا، ڏسي رهيا هئا پر سُن هئا. جنهن کي سڀ ڪجھ ڏنو ويو هجي ان جي جان تہ خير پري جي ڳالھ آهي ان جي پيرن جي مٽي بہ پنهنجي هٿن سان پنهنجي مٽي تي ملڻ جي سگھ ناهي جيستائين هو پاڻ نہ ملي (پاڻ سڳورا ﷺ پنهنجي هنڌ تي حضرت علي ڪرم الله وجھ کي سمهاري گهر کان ٻاهر نڪتا. ڪافرن جو جيڪو جٿو گهر کي گهيري وينو هو انهن جي مٿن تي مٽي مليندو هليو ويو)

## هجرت جي سفر جي شروعات ۽ ان جا واقعا

جنهن جي اڳيان غيب جهڪي چڪو هو،ظاهر جهڪي چڪو هو، وڏا ملائڪ ۽ ننڍا ملائڪ جهڪي چڪا هئا، جِن جهڪي چڪا هئا، انسان جهڪي چڪا هئا، دل تو چاهي هن جي اڳيان جمادات جهڪي، بيجان جهڪن، جاندار جهڪن، حيوان بہ جهڪن، پکي بہ جهڪن، پيچڻ وارا بہ ۽ ريڙهيون پائڻ وارا بہ جهڪن، مطلب تہ جيڪي جهڪي سگهن ٿا جهڪن ۽ چا هي صرفت عقل جي تقاضا آهي، جنهن جنهن جا ڪن آهن اهي ٻڌن.

اِلَيَّ يَارَسُوۡلُ للهِ (مون ڏانهن اچو اي الله جا رسول) ”حرا“ جي بيجان جبلن چيو. ”ثور“ جو جبل بہ اهوئي چئي رهيو. آخر ڪار اهوئي خوش قسمت نصيب ٿيو جيڪو بد قسمت هو. حرا ۾ نہ جتي هو رهي چڪو هو بلڪ اها سعادت غار ثور کي نصيب ٿي ۽ صرف اهو ٻڌايو ويو آهي. چا ان سان گڏ اهو بہ نہ ڏنو ويو تہ غار جي منهن تي ملائڪن جو مسجود (تعظيم ۾ بينل) هئا جيڪو قدرت جو مقصود (ارادو، مقصد) هو. سرسبز (زرقاني قسم بن ثابت بن حزم جي حوالي سان نقل ڪيو آهي تہ اهي ٻير جا وڻ يا اڪ جا ٻوتا هئا. ڪوريئڙي ۽ وڻ جي جهڪڻ جو ذڪر امام احمد بن حمبل جي مسند ۽ مسند بزار جي حديثن ۾ بہ آهي) وڻن جون ٽاريون سجدي ۾ هيون. هن ”نباتي“ وجود ڪانپوءِ ”حيواني“طاقتن ۾ ريڙهيون پائيندڙ ۽ اڏرندڙ کي نياز مندي ۾ مصروف ڏنو ويو، وڏا اصحابي ، زيد بن ارقمؓ مغيره بن شعبہؓ انس بن مالڪؓ ان جا بيان ڪندڙ آهن.

هن غار ۾ سليمان عليہ السلام جي ماڪوڙين جيان غريب ڪوريئڙي سليمان عليہ السلام جي محبوب محمد ﷺ جي رهڻ لاءِ گهر پيش ڪيو جيڪو سيني گهرن ۾ سڀ کان ڪمزور گهر هو پر اڄ دنيا جو اهوئي أَوْهَنَ الْبُيُوتِ ڦيڦو(ڪمزور) گهر الله جاٽي ڪيترن اهم قلعن جي بنياد جو سبب آهي. هن گهر ڪانپوءِ دهلي ۾، آگرا ۾، دره دانيال (Bosphorus Strait) ۾، اتر ۾ ڏکڻ ۾، هي جيڪو ڳاڙها ، هئدائوان ۽ اڇا قلعا نيل آهن ۽ انشاء الله تهندا رهندا. انهن سيني قلعن ۾ سڀ کان پهريون قلعو ڇا انهن ڪوريئڙن جي ٺهيل ڪمزور ڇارو نہ هو؟ ڪير چئي سگهي ٿو تہ جي اهو نہ هجي ها تہ ان ڪانپوءِ جيڪي ٿيو اهو ٿي سگهي ها. ننڍن کي وڏو ڪرڻ وارو ۽ وڏن کي ننڍو ڪرڻ وارو هميشہ اهو ڪندو رهيو آهي ۽ ڪندو رهندو.

فَسُبُحَانَ اللّٰهِ جَلَّتُ عَظَمَتُه ۽ ڪير چئي سگهي ٿو تہ سڄي اسلامي دنيا جو اتفاق آهي تہ ڪعبي جا ڪبوتر ان جيڙو جو نسل آهن جنهن طاقتن جي پيدا ڪندڙ جي حمايت ڪئي هئي. جنهن کي خبر آهي (علامہ زرقاني وڏي محدث هن تي بحث ڪئي آهي تہ غارثور جي منهن تي جنهن ڪبوترن جي جوڙي آنا ڏئي آري تي ويهي رهيا، حرم جا لکين ڪبوتر ان جي نسل مان آهن) اهي اهوئي چون ٿا پوءِ مان انهن کان ڇا پڇان، جن کي اڻ ڄاڻ آهن ۽ سچ هي آهي تہ جيڪو سيني جي لاءِ هو، ”عالمين“ جي هن رحمت لاءِ جي سڀ ڪجهہ ٿي رهيو آهي ، نانگ ( هي سڀ واقعا هجرت جي سفر ۾ پيش آيا. حضرت ابوبکر صديقؓ جنهن سوراخ کي پير جي آنگوٺي سان بند ڪيو هو ان ۾ نانگ هو جنهن هن کي ڏنگيو، پاڻ سڳورن ﷺ پنهنجو لعاب مبارڪ لڳايو، ان سان سور ختم ٿي ويو ۽ اڄ تائين صديقي خاندانن ۾ ان جو نشان هلندو اچي ٿو. جليل محدث شوق نيموي پنهنجي پير تي ان نشان جي دعوا ڪئي آهي. اهڙي طرح قريش جي انعام جي لالچ سراقا بن مالڪ بن جعشم بدو کي پاڻ سڳورن ﷺ جي ڳولا ۾ ڪڍ لڳايو. ٿي پيرا هن جو گهوڙو زمين ۾ ڦاٿو پوءِ پناه گهري سامهون آيو. ام معبد جي خيمي ۾ هڪ سنَڍ ٻڪري هئي ام معبد جي اجازت سان ان جو کير ڏڌو(ڪڍيو). پاڻ ﷺ بہ اهو پيتائون ۽ ساٿين کي بہ پياريو ويو. هي سڀ واقعا بخاري ۽ حديث ۽ سيرت جي ڪتابن موجود ۽ مشهور آهن) ۽ نانگ جو زهر هن جي چپن ۽ ڏندن سان ٽري ٿو. زمين هن جي اشاري جي حڪم سان سراقا جي گهوڙي جي ٽنگن کي ڳيهڻ شروع ڪري ٿي. ام معبد جي خيمي جي سنَڍ ٻڪري جا ٿڻ کير سان پرجن ٿا، جت لهٹو هو ۽ جتان لهڻ کان پوءِ حشر ۾ اٿٹو هو، ان کي بي زبان ڏاچي (اٺڻي) بہ سڃاڻي ٿي. پوءِ ٻڌايو تہ آخر عقل ان کان سواءِ ڇا سوچي سگهي ٿي اِنَّ اللّٰهَ مَعَنَا (الله اسان سان گڏ آهي) جڏهن ”پهرين“ ”ٻئين“ (غارثور ۾ حضرت ابوبکرؓ سان گڏ پاڻ ﷺ لڪل هئا ۽ قريش جا ماڻهو ڳوليندين غار جي منهن تائين پهچي ويا، ان وقت حضرت ابوبکرؓ پريشان ٿيا ۽ اک مان ڳوڙها ڳڙيا، پر پاڻ ﷺ فرمايو ” ڊڄ نہ الله اسان سان آهي“ اهو چئي هن کي تسلي ڏني. قرآن ان قصي کي هوبهو بيان ڪيو آهي ۽ هن آيت ۾ حضرت ابوبکرؓ کي ثانی اثنين (ٻن جو ٻيون) چيو آهي انهن واقعن ڏانهن اشارو آهي) کي چيو. ان ٻئين چيو جيڪو زندگي ۾ هر ڳالھ ۾ ٻيون هو ۽ مرڻ کان پوءِ بہ ٻيون هو تہ ڇا هي واقعو نہ هو صرف ٻار کي آٿت هئي. جيتوڻيڪ نہ چوڻ وارو ٻار هو ۽ نہ وري ٻڌڻ وارو ٻار هو. اللهم صلي عليہ وسلم وارض عن صاحبہ.

جڏهن اهو ٿيو جنهن کي ٿيڻ گهرجي ها تہ توهان حيران ٿي ويؤ. ڇا توهان چاهيو ٿا اهو ٿئي جيڪو نہ ٿيڻ گهرجي يا جيڪو نٿو ٿي سگهي. توهان کي ڪنهن غريب ٻڪري ۽ مسڪين اُٺڻي تي حيراني آهي. ڇا پوءِ پنهنجو منهن مٿو ڪٽيندؤ يا پنهنجا وار پٽيندؤ؟ جڏهن پاڻ ﷺ جي

پيرن تي، هن جي نوڪرن جي نوڪرن جي جُتين تي عرب قربان ٿيندا، عجم (غير عرب) گهوري گهوري ويندا، ڪسرا ڪرندا، قيصر جهڪندا.

۽ ڏسو هي سڀ تي بہ چڪو ۽ جيڪو ناھ ٿيو اهو ضروي ٿيندو هتي بہ اهو ٿيندو ۽ هُتي بہ اهو ٿيندو. جنهن حديث ۾ آهي تہ

آدَمُ وَمَنْ دُونَهُ تَحْتَ لِوَائِي يومَ الْقِيَامَةِ (صحاح)

آدم ۽ جيڪي آدم کان پوءِ آهن سڀ قيامت جي ڏينهن منهنجي جهنڊي جي هيٺان هوندا.

چا هن صحيح روايت ۾ هي بہ ناهي.

لَا يَبْقَى عَلَى وَجْهِ الْأَرْضِ لَابَيْتُ صَدَ رُ مِنْهُ وَلَا دبَر، إِلَّا أَدْخَلَهُ اللَّهُ كَلِمَةَ الْإِسْلَامِ بعزِّ عَزِيزٍ، أَوْ بذلِّ ذَلِيلٍ

زمين تي ڪو اهڙو گهر يا خيمو باقي نہ بچندو جنهن ۾ اسلام داخل نہ ٿئي، جيڪو عزت سان چاهيندو اهو عزيز تي داخل ٿيندو ۽ جيڪو ذلت سان چاهيندو اوهو ذليل تي داخل ٿيندو.

جنهن جو ذڪر ( رَفَعْنَا لَكَ ذِكْرَكَ) (اسان تنهنجي ذڪر کي بلند ڪيو) بلند ڪيو ويو هجي ، بلند ڪرڻ وارو پنهنجي هن نور جي روشني ضرور پوري طرح ڦهلائيندو. وَلَوْ كَرِهَ الْكَافِرُونَ (پِل ڪافر ناراض چو نہ ٿين).

## هجرت جي سفر ۾ سراقا سان ڳالھ ٻولھ

پوءِ اهو نہ چئجو تہ جيڪو ڪجھ ڏنو ويو اهو تيڻ ڪانپوءِ ڏنو ويو، جيتوڻيڪ ساڳيو سنسان ميدان آهي، جتي ڏسڻ تہ پري سمجهڻ ئي مشڪل آهي، پوءِ جيڪا ڳالھ سمجهي نٿي سگهجي اها تيڻ کان پهريان ڏني وئي ۽ اهڙي يقين جي روشني ۾ ڏني وئي جو ان کي بيان ڪيو پئي ويو ۽ بغير ڪنهن شڪ شبهي جي ٻڌايو پئي ويو. جنهن جو گهوڙو زمين پئي ڳڙڪايو، ان ڏانهن ڏسي ڪلندي هن کي معافي عطا ڪئي ۽ پڇڻ لڳو.

كَيْفَ بِكَ إِذَا لَبِسْتَ سِوَارَيْ كِسْرَى؟

سراقا تنهنجو چا حال ٿيندو جڏهن تون ڪسرا جا ڪنگڻ پائيندين

موڳو تي پيو، مدلجي جو ڳوناٺو، سراقا بن جعشم وائڙو تي پڇڻ لڳو.

## كِسْرَى فَارِسْ؟

### چا ايرن جو ڪسرا؟

پلا پيو ڪير آهي!

**هَلَكَ كِسْرَى، فَلاَ يَكُونُ كِسْرَى بَعْدَهُ، وَقَيْصَرٌ لَيَهْلِكُنٌ، ثُمَّ لاَ يَكُونُ قَيْصَرٌ بَعْدَهُ**

ڪسرا ختم ويو ان ڪانپوءِ ڪسرا نہ هوندو ڪجھ ڏينهن ڪانپوءِ قيصر بہ ختم(حديث جا لفظ غور جوڳا آهن، ايراني حڪومت جي بربادي جو فيصلو ان وقت ئي ڪيو ويو، پر قيصر جي باري ۾ هَلَکَ نہ چيو ويو بلڪ لَيَهْلِكُنٌ جو لفظ آهي جنهن مان خبر پوي ٿي تہ مغربي تهذيب جو خاتمو ايترو ويجهو ناهي جيترو مشرقي جو آهي ۽ ٿيو بہ ائين) ٿي ويندو ان ڪانپوءِ قيصر بہ نہ هوندو.

هي خبرڏيندڙ يتيم، ابي طالب (سلام هجي ان تي صلوات هجي ان تي) جي پائٽي ان وقت چيو، جڏهن قديد جي ريگستان ۾ قرض تي ورتل ڏاچي ڪانس واءِ هن وٽ ڪجھ بہ نہ هو. هن ڪي واقعي جي پيش اچڻ ڪانپوءِ ساڳي ڳالھ ڪي سچ ثيندي مديني جي مسجد ۾ ڏٺو ويو جڏهن تاج (چيو وڃي ٿو تہ سون ۽ هيرن جي وزن سان ڪسرا جو تاج ايترو تہ ڳرو هو جو مٿي تي رکڻ محال هو ان لاءِ مٿي ڪي ان ۾ داخل ڪيو ويندو، تاج زنجيرن سان ڇت سان لڙڪيل هوندو هو) جيڪو سوني جي زنجيرن ۾ ٻڌل هو، جيڪو تاج ايران جي ڪسرا جي سر تي هوندو هو اڄ اهو مدلجي جي هاري جي مٿي تي رکيل آهي، هيرن سان جڙيل ڪمر بند هن جي چيلھ سان ٻڌو ويو، زيور پارايا ويا. سڄي زمين جو جيڪو سڀ ڪان وڏو بادشاه (هي ڪو وڏاءُ ناهي بلڪ هي هڪ واقعو آهي ڇهين صدي ۾ دنيا جون سياسي قوتن جو مرڪزين قوتن ۾ ورهايل هو. سڄو اوپر ايران جي ڪسرا وٽ ۽ اولھ روم جي قبضي ۾ هو ۽ اهي ٻئي طاقتون پاڻ ۾ وڙهي رهيون هيون تہ اسلام جو سڄ اپريو ۽ فاروقي خلافت ۾ ٻئي طاقتون ختم ٿي ويون جنهنجي نتيجي ۾ اسلام هڪ عالمي قوت بڻجي ويو) هو ڪهڙي نمرتا سان چئي رهيو، سراقا هٿ کڻ ۽ چئو الله اڪبر، سڀ تعريفون ان جي لاءِ آهن جنهن ڪسرا قريو ۽ مالڪ هڪ بدو جي پٽ سراقا کي ڪيو"جيڪو بني مدلج جي ڇتن مان هڪ ڇٽ آهي" فاروق اعظمؓ بہ هن سان گڏ الله اڪبر الله اڪبر جي نعرا هڻي رهيو هو.

بهرحال قريش جو آخري منصوبو بہ ان خاڪ ۾ ملي ويو جيڪا انهن جي مٿن تي پئي هئي. "مڪي" زندگي پنهنجي پڄاڻي تي پهتي. هن زندگي ۾ جيڪو ڪجھ ڏيکارڻو هو ڏيکاريو ويو، جن ڳالهين جو تجربو ڪرائڻو هو ڪرايو ويو، جنهن ڪان گواهيون ڏيارڻيون هيون ڏياريون ويون، سڀ ڪم پورا ٿيا، ڏاڍي آرام سان، تمام پختگي سان ۽ ثابت قدمي سان پورا ٿيا.

۽ ڏسو تہ هن زندگي جي ختم ٿيڻ سان جيئن مون چيو هو تہ جيڪي اڳتي هئا اهي پوئتي ٿي ويا ۽ جيڪي پوئتي ها اهي اڳتي ٿي ويا. مدينو ايمان سان پرجي ويو جيتوڻيڪ اتان جا ماڻهو پوءِ آيا هئا.

پر جن ۾ پاڻ ﷺ آيا هئا، انهن نياڻن کي ڏسو ته انهن ۾ گهٽڻ کي اجان تائين هوش نه آيو هو. وڏائي جي نشي ۾ چور هئا. ڪجھ شڪ جي چادر پنهنجي ايماني احساس تي وجهي وينا، دل جي طرفان بلڪل مطمئن آهن پر دماغن ۾ اجا فتنو ۽ فتور انهن بي عقلن موجود آهي.

# مدني زندگي

جن عقل جي انڌن دلي اقرار ڪيو هو پر اجان دماغ ۾ شڪ هو. هاڻي انهن گهٽ نظر وارن جي لاءِ ٻي زندگي جي شروعات ٿئي ٿي. جنهن ۾ دل کان وڌيڪ دماغ جي نمائش ٿيندي تہ جيئن وهمي شوشو بہ ختم ٿي وڃي جنهن جي آڙ ۾ سمجهڻ جي باوجود ناسمجهہ ٿي لڪڻ وارا لڪي رهيا آهن.

ڏسو تہ دماغي تجربا ڪندڙن جي هن مونجهاري جو بہ آچار ناهيو ويندو جيئن انهن مفاد پرست جو نشو ٽوڙيو وڃي ۽ ڦاڙيو ويندو، جن جا پير هٺ ۽ وڏائي جي خمار ۾ لرزي رهيا آهن سڀ ڪجهہ ڄاڻڻ جي باوجود مڃڻ کان انڪاري آهن ان لاءِ تہ جيئن حجت پوري ٿئي.

**لِّيَهْلِكَ مَنْ هَلَكَ عَن بَيِّنَةٍ وَيَحْيَىٰ مَنْ حَيَّ عَن بَيِّنَةٍ** (الأنفال: 42)

جيڪو مرڻ چاهي اهو سڀ ڪجهہ ڏسي مري ۽ جيڪو جيئڻ چاهي اهو بہ سڀ ڪجهہ ڏسي جيئي.

مدني زندگي جي شروعات ۾ اهو ڏيکاريو ويو تہ **”هَوَاِنّيْ عَلى النَّاسِ“**(طائفي دعا جو ٽڪرو آهي جنهن ۾ پاڻ ﷺ پنهنجي تڪليف جي باري ۾ فرمايو هو) جي فرياد ڪي ”الناس“ (خاص ماڻهن) ۽ ”ناس“ (عام ماڻهن) سان گڏ جيڪو بہ آهي، سيني تي هن ڪي فضليت ڏني پئي وئي يا طائف جي وادي ۾ جيڪو رد ڪيو ويو، سلع جبل (شروع ۾ ٻڌايو ويو هو تہ مديني جي هڪ جبل جو نالو آهي جنهن جو ذڪر حضرت اليسع عليہ السلام نبي جي ڪتاب ۾ هر هر آيو آهي ۽ ايندڙ لفظ بہ حضرت اليسع عليہ السلام جي اڳڪٿي هجرت مان ڪنيل آهي) جي هيٺان سڀ هن تي قربان ٿين ٿا، ٻڪايلن لاءِ ماني ڪنيون پچندا اچن ٿا، اجايلن لاءِ پاڻي ڪنيون پچندا اچن ٿا، ڳائيندا اچن ٿا، وجائيندا اچن ٿا، هڪ ٻئي کي للڪارن ٿا، هاڻي هاڻي جنهن کي ٻيجان چوٿيون **هَلَمّ اِنّيَ يَا رَسُوَلُ الله** (مون ڏانهن اچ يا رسول الله) سان سڏي رهيون هيون، ان کي انساني زبانون اڳيان اڳيان وڌي بلڪل ان وانگر **يَا َرسُوْلُ اللّٰهِ هَلُمَّ إلينا، اِلَىَّ القوة وَالْمِنْعَتِة** (يا رسول الله! طاقت ۽ حفاظت ڏانهن اچو) (هي لفظ انصار جي سردار ان وقت چيا جڏهن پاڻ ﷺ مديني ۾ داخل ٿي رهيا هئا) عرض ڪندين قربان ٿين ٿا تون مديني جو ناهين، بلڪ قرن الثعلب جي موڙ تي طائف کان نڪرندين جنهن عمل جو رد عمل وڏن ملائڪن کان شروع ٿيو هو هي تابعداري طاقت جو ظهور آهي جيڪا مڪي ۾ بہ ظاهر ٿي، ٿور کان ٻاهر نڪرڻ ڪانپوءِ بہ ظاهر ٿي، قبا مين بہ ظاهر ٿي (پاڻ سڳورن پهرين مسجد قبا ناهي هئي) جتي خالق جو جيڪو دروازو مخلوق لاءِ بند هو، صدين ڪانپوءِ پهريون پيرو قبا مسجد ناهي کوليو ويو تہ جيئن جنهن کي جتي بہ زمين تي اختيار ملي هو پهريون اهوئي ڪم ڪري ۽ هاڻي مديني ۾ انهي رد عمل جو ظهور ٿي رهيو آهي، اڳتي ٿيندو رهندو، ان جي ظهور ڪوفا ۾ بہ ٿيندو، دمشق ۾ بہ

ٿيندو، بغداد ۾ بہ ٿيندو، غرناطا ۽ قرطبا ۾ بہ ٿيندو، قاهرا ۾ بہ ٿيندو، غزني ۾ بہ ٿيندو، دهلي ۾ ٿيندو ۽ ڇا ٻڌايان تہ ڪٿي ڪٿي ٿيندو، ڪڏهن ٿيندو، سچي ڳالھ اها آهي تہ هاڻي آخرت تائين ان جو ظهور ٿيندو، ان جي ئي عزت ٿيندي، ان لاءِ مدني زندگي جا اصلي جُز هي واقعا ناهن پر هي مڪي جا اهجاڻ آهن جنهن ڪي توهان هاڻي مديني ۾ ڏسي رهيا آهيو، بلڪ مدني زندگي ۾ توهان ڪي اهي ڳالهيون ڳولڻ گهرجن جن ۾ دل ڪان وڌيڪ دماغ جو، اخلاق ڪان وڌيڪ عقل جو تجربو هجي.

مڪي ۾ جهڙي طرح ڏنو ويو تہ هن جي دل ڪان وڌيڪ ڪو ٻيو سنو دل نہ آهي. اهڙي طرح انهن ڳالهين جو سوچ ويچار مديني ۾ ڪيو جن ڪي ڏسي اهو چئي سگهجي تہ هن دماغ ڪان وڌيڪ ڪو ٻيو دماغ تي ئي نٿو سگهي.

## مسجد ۽ صفہ (ٿلهو) ٺهڻ

ظاهر آهي تہ مديني ۾ سڀ ڪان پهريون ڪم هي ڪيو ويو تہ مسجدِ نبوي ٺاهي وئي ۽ ان سان گڏ صفہ ( صفہ ٿلهي ڪي چوندا، ٻاهر جي غريب الوطن نئين مسلمانن لاءِ هڪ ٿلهو ٺاهي ان تي ڇپر جي ڇت وڌي وئي، ان جو نالو صفہ هو. جنهن ۾ هو قرآن ۽ سنت جي تعليم حاصل ڪندا هئا. ڪائڻ پيئڻ جو بندوبست عام مسلمان ۽ پاڻ رسول اللّٰہ ﷺ ڪندا هئا. شاگردن جي تعداد هڪ سئو تائين پهچي ويو هو. افسوس جو مسلمانن مسلمان شاگردن لاءِ مدرسا تہ گهٽا نهرايا پر تازو مسلمان ٿيلن لاءِ صفہ جي سنت وساري ڇڏي. ڪاش! هاڻي ماڻهن ڪي ان جو خيال ٿئي)  جي درس گاھ ٺاهي وئي، پر ڇا هي صرف مسجد ٺاهي وئي ۽ مدرسو ٺاهيو ويو. مسجد ۽ مدرسو تہ سڀ ٺاهيندا آهن، هر جاءِ تي ٺهندا آهن پوءِ ان ۾ وڏي ڪهڙي ڳالھ ٿي. پُڄندي ۽ سگھ جي باوجود پڪين سرن ۽ پٿر جي نہ ٺاهيائون پر ڪچي جي ٽارين ۽ ڪچين سرن جي ٺاهيائون. يقينن ان ۾ هڪ مثال آهي تہ مسلمان جنهن بہ آبادي ۾ وڃن ، سڀ ڪان پهريان، پنهنجي گهر ٺاهڻ ڪان بہ پهريان، اتي خدا جي عبادت لاءِ مسجد جو بنياد رکن ڇاڪاڻ تہ مسجد ئي اسلام جي ميخ آهي، اسلامي آبادي ٺاهيندي سڀ ڪان اڳ ڪپي تہ هن ميخ ڪي هر مسلمان اهڙي جاءِ تي هڻي جتي هو آباد ٿئي. سني نهرائڻ جي چڪرن ۾ دير نہ ٿئي. ان لاءِ سڀ ڪان پهرين مسجد جو نمونو اهو رکيو ويو، جيئن هر انسان ان ڪي ٺاهي سگهي، هر جاءِ تي ٺاهي سگهي. جيڪا بہ سني مسجد نهرائي ويندي ڇا اها ان مسجد ڪان وڌيڪ سني هوندي جيڪا مسلمانن جي سڀ ڪان پهرين مسجد هئي ۽ اها بہ خبر پوي ٿي تہ هر مسجد سان گڏ مدرسو هجڻ گهرجي. علم دين آهي ۽ دين علم آهي. عملي نموني سان ان جي تعليم ڏني وئي.

# قبلي جي تبديل جو راز

مان اهو نٿو چوان تہ هن مسجد ۽ مدرسي ناهڻ ۾ اها مصلحت نہ هئي يا اڳتي مسلمانن کي ان جي پيروي نہ ڪرڻ گهرجي ، اهو صرف ڏنو ويو پر سمجهيو نہ ويو. آخر مسجد عرب ۾ نهي هئي، عرب ۾ ڪعبو موجود هو، جيڪو فقط عرب جاهليت ۾ نہ بلڪ اسلام ۾ بہ هي محترم هو پر ساڳي وقت هن مسجد جو قبلو عرب کان باهر فلسطين جي سليماني هيڪل ڏانهن چو ناهيو ويو. ماڻهو چون ٿا تہ صرف قبلو مقرر ٿيو پر هي ڪنهن بہ نہ ڏنو تہ وطنيت جو بت عرب ۾ صدين کان پوڄيو ويندو هو ۽ اهڙي زور ۽ شور سان پوڄيو ويندو هو جو ان ڳالھ جو پوڄاري پاڻ ڪانسواءِ باقي سيني کي عجم (گونگو) سمجهندو هو. ڏسو صرف هن هڪڙي ڳجهي ڌڪ ان بت کي پاش پاش ڪري ڇڏيو.

جڏهن قرآن ۾ آهي تہ شروع ۾ عربن کي هي غير ملڪي قبلو ڏکيو لڳو( **وَإِن كَانَتْ لَكَبِيرَةً إِلَّا عَلَى ٱلَّذِينَ هَدَى ٱللّٰه)** (قبلي جي تبديل ڏکي لڳي سواءِ انهن جي جن کي الله سڌو رستو ڏيکاري) (سورت البقره آيت 143) اها ئي تہ غور ڪرڻ جي ڳالھ آهي تہ چو ڏکيو لڳو؟ پر هاڻي تہ ڏکيائين کي برداشت ڪرڻ جو انهن پڪو ارادو ڪري ڇڏيو هو. ٿورڙا پريشان ٿيا پر ان سان گڏ اڳتي وڌي ويا ۽ جيڪو بار وڏو ويو سو وڌو ويو، سترهن مهينن تائين ان وطنيت شڪني جي مشق جڏهن عرب ۽ غير عرب کي هڪ ڪري ڇڏيو تہ هن کان بہ عجيب ۽ عجيب تر واقعو پيش اچي ٿو.

بيت المقدس کي قبلو ناهي عرب جا ماڻهو عربن کا الڳ ڪيا ويا، پر هاڻي خدا جي زمين مان هي عرب ۽ غير عرب جو قصو هميشہ لاءِ ختم ڪيو. سترهن مهينن کان پوءِ قبلو تبديل ٿئي ٿو ۽ هيڪل سليمان جي جاءِ تي سليمانؑ ۽ داؤدؑ ۽ اسحاقؑ ۽ اسماعيلؑ جي والد حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ناهيل ڪعبي کي قبلو ڪرڻ جو حڪم اچي ٿو.

**وَمِنْ حَيْثُ خَرَجْتَ فَوَلِّ وَجْهَكَ شَطْرَ ٱلْمَسْجِدِ ٱلْحَرَامِ ۚ وَحَيْثُ مَا كُنتُمْ فَوَلُّوا۟ وُجُوهَكُمْ شَطْرَهُۥ** (البقره 150)

(۽ جتان توهان نڪرو ان جاءِ کان پنهنجو منهن مسجد حرام ڏانهن ڪيو ۽ جتي بہ اي مسلمانو توهان آهيو پنهنجو منهن ان ڏانهن ڪري ڇڏيو)

هن جو ڇا مطلب آهي؟ اهو ئي تہ جيڪي ڪعبي کان باهر ويا هئا اهي بہ ڪعبي جي اندر آهن ۽ جيڪي ڪعبي کان باهر هئا پاڻ کي ڪعبي جي اندر سمجهن. پهريان غير عرب کي عرب جو قبيلو ڪيو ويو ۽ جڏهن اهو ٿي ويو تہ پوءِ عرب ۽ غير عرب کي ميساريو ويو هاڻي نہ عرب

رهيو ۽ نه غير عرب رهيو. بلڪ خدا جي جيڪا هڪ دنيا هئي اها هڪ ئي دنيا جي شڪل ۾ واپس ٿي وئي. ڪعبي کي دنيا جي مسجدن جي پٽ قرار ڏنو ويو ۽ زمين جي مٿاڇري کي ان پٽ جو اڱڻ مقرر ڪيو ويو اهو ئي هر مسلمان سمجهي ٿو ۽ ان جي مطابق عمل ڪري ٿو. هو افريقا کي به ڪعبي ۾ سمجهيو وڃي ٿو ۽ آمريڪا کي به ان جي اڱڻ جو هڪ حصو سمجهيو وڃي ٿو ايشيا به ان کي ڪعبي جي پٽ جي هيئان نظر اچي ٿو، يورپ ۾ به جڏهن هن کي نماز جي ضرورت ٿئي ٿي ته ڪعبي جي اڱڻ ۾ بيهي پنهنجي نماز پڙهندو آهي. ايورسٽ (هماليا جبل جي وڏي ۾ وڏي چوٽي آهي) ان اڱڻ جو هڪ دڙو آهي ۽ وڏو سمنڊ ان اڱڻ جو حوض ۽ ڳاڙهو سمنڊ ان اڱڻ جي هڪ نالي آهي. هڪ مسلمان پنهنجي زندگي جي هر ڏينهن ۾ پنج ڀيرا هن نظريي جي عملي صورت ۾ مشق ڪري ٿو ۽ هن کي اهو ئي ٻڌايو ويو آهي. صحيح حديث ۾ آهي.

**وجُعلتْ لي الأرضً مسجدًا** (احمد 2742)

(پوري زمين کي مسجد ڪيو ويو آهي)

# ڀائيچارو ۽ ان جا فائدا

وطنيت جي هن صنم اڪبر (وڏي بت) کي ڀڃڻ کان پوءِ قوميت ۽ نسليت جو بت سامهون اچي ٿو. ڪيئن بيپرواهي سان انسان گذري ٿا وڃن، جڏهن ٻڌن ٿا يا چوندا آهن ته مديني ۾ انصار ۽ مهاجرن ۾ ڀائيچارو ڪيو ويو هو. انهن ۾ عقيد مؤاخاة (ڀائيچاري جو معاهدو) ڪيو ويو هو پر ان جو نتيجو ڇا ٿيو. قريش مهاجر ۽ قريش نسل جا امير ڪعبي جي چاٻين جا سنڀاليندڙ هئا ۽ انصاري قبيلا اوس ۽ خزرج  هاري ۽ آبادگار هئا. جيتوڻيڪ ٻئي ماڻهون هئا، ٻئي انسان هئا پر جهڙي طرح آريائي نسل وارن سامي نسل وارن کي ۽ سامي نسل وارن توراني نسل وارن کي يا برهمڻن شودرن کي، بي رنگن رنگ وارن، ڦڪن لوٽائين کي انسان نه پر گهوڙن جي اولاد، ڍڳن جي نسل سمجهيو ۽ اهڙي قسم جو بلڪ ان کان به وڌيڪ خراب رويو انهن سان رکيو جيڪي انهن جي نسلن مان ۽ انهن جي قوم مان نه هئا.

قريش کي پنهنجي خاندان تي ۽ پنهنجي شجري تي وڏو ناز هو، نسلي فخر هڪ ديوتا هو جيڪو صدين کان پڄيو ويندو هو ۽ اهڙي طرح پوڄيو ويندو هو جو غير قريشي عربن سان حج ڪرڻ ۾ به پنهنجي بي عزتي سمجهندا هئا. اچا ڪارن سان گڏجي دعا ڪرڻ نه گهرندا هئا، ان کي پنهنجي توهين سمجهندا هئا. قريشي ان قبرستان ۾ دفن ٿيڻ ۾ به عار محسوس ڪندا هئا جنهن ۾ ڪو غير قريشي دفن ٿيل هجي. جهڙي طرح اڄ تائين شودرن جي مسان (شمشان)  برهمڻن ۽ شترين (ڇتري) جي مرگهٽ (شمشان) کان پري هوندو آهي.

اتان پائيچاري جو گذر ٿيو جنهن نسلي بت کي ڍير ڪري ڇڏيو.

قريشي سردار انصاري هاري جي اڳيان ڪنڌ نمايو بيٺو هو، هن جا هٿ چميندو هو ۽ هو هن جا پير، هي هنن کي پنهنجو سڀ ڪجهه بلڪ توهان ٻڌو هوندو ته طلاق ڏئي پنهنجي گهر واري ڏيڻ تي زور پريندو هو ۽ هو ٺورا مڃي انڪار ڪندو هو.

اهڙي طرح مخلوقات بلڪ هتراڏو مخلوقات جي چنبن کان آزاد ٿي مديني وارن پنهنجي گم ٿيل قيوم رب کي ڳولي لڌائون. ان ڪانپوءِ اعلان ڪرايو ويو ته هاڻي دنيا هڪ آهي، ان جو معبود هڪ آهي، ان جو رسول هڪ آهي، ان جي ڪتاب هڪ آهي، ان جو ڪعبو هڪ آهي.

## اذان جي شروعات

۽ ڏسو ته ڏينهن ۾ پنج پيرا زور زور سان وڏي آواز ڊگهن ڊگهن منارن مان سڏڻ وارا اوپر کان، اولهه کان، زمين جي آخري ڇيڙن تائين اهو ٻڌائي رهيا آهن، ٻڌائيندا رهندا، ڇا ناقوس (ناد) سان، شرنائي يا توتاري سان، بگل سان، گهنٽين سان، دهل سان، نغارن سان هي اها ڳالهه ممڪن هئي جنهن جي شروعات اذان جي عجيب ۽ غريب سڏڻ جي طريقي سان زمين تي اسلام جي پهرين مسجد ۾ ڪئي وئي. ڪيترن ئي مُلڪن جا بت پاش پاش ٿي ويا. ڪيترين ئي نسلن جا صنم (ديوتا) چور چور ٿي ويا.

جيڪي ڌارڪيا ويا اهي ڳنڍ جي ويا، جيڪي ڪٽو ڪٽو ڪيا ويا اهي خرار (گڏجي) ٿي ويا، مطلب ته جيڪي هڪ هئا اهي هڪ ئي ٿي ويا ۽ ان هيڪڙائي جو تت اهو ئي آهي، جنهن جو اعلان اذان جي صورت ۾ پنج وقت ڪيو ويندو آهي. فقط سوچ ۽ ويچار ۾ نه بلڪ حقيقت ۾ عملي طور تي مديني ۾ دنيا جو هي نقشو قائم ڪيو ويو.

## تبليغ جي شروعات

انسانيت جي آزادي جو هي عالمگير نقشو هو، جنهن کي پوري دنيا ۾ لاڳو ڪرڻ لاءِ "كَافَّةً لِلنَّاسِ" (وَمَا أَرْسَلْنَاكَ إلا كَافَّةً لِلنَّاسِ بَشِيرًا وَنَذِيرًا) (سورت سباء آيت 28)

(اسان توکي سڀني انسانن کي خوشخبريون ڏيندڙ ۽ ڊيڄاريندڙ ڪري موڪليو آهي)

جو بشير ۽ نذير هاڻي "كَافَّةً لِلنَّاسِ" ڏانهن وڌي ٿو (ﷺ).

هن ﷺ کي جيڪو اختيار هو تہ ” قرن الثعلب“ وٽ هن کي جيڪي  احشبين (ٻہ جبل) ڏنا ويا هئا، انهن کي وني اڳتي وڏي ٿو، پر پوءِ هي تہ دل جو امتحان ٿي وجي ها، جيتوڻيڪ هاڻي تہ صرف دماغ جي آزمائش مقصد آهي. ڏيکاريو وڃي ٿو تہ جنهن جي دماغ جا اهڙا ڪارناما آهن ان کي چريو چوڻ وارا پاڻ چريا ناهن. جنهن جي عقل ، جسم ، ويچار جا اهڙا معجزا آهن، ان جي عقل ۾ سوچ مان عيب ڪيڻ وارا اهڙا نياڳا چا پاڻ عقل کان وانجها نہ آهن.

## رستي جون ڏکيائيون

جي رستو صاف هجي ها تہ ان وقت جيڪو ڏيکارڻو هو، اهو پوري طرح سان نہ ڏيکاريو وڃي ها پر ڏسو! رستي ۾ ڪنڊن جا جيڪي جهنگ ، هيٺ، مٿي هر طرف پکڙيل هئا هو جاٽي واٽي ان ۾ گهڙي نڪري ٿو ۽ ڪهڙي شاندار نموني ٻاهر نڪري ٿو.

بيابان جي نخلستاني ڳوٺ جي آبادگارن جي آبادي مان هي تحريڪ پوري دنيا ڏانهن ڪام ڪري ٿي جيڪا يهودي شاهوڪارن جي  وياج جي مٿان وياج جي بار هيٺ دبيل هئي، انهن جي زمينن مان جا پيدا ٿئي ها، جي ڪجھ پيدا بہ ٿئي ٿو، پيدا ٿيڻ سان گڏ يهودي لهٽيدار جي گهر وڃي گڏ ٿئي ٿو. گهٽا ڏينهن ڪو نہ گذريا هئا جو هن ننڍڙي آبادي جي ٻن قبيلن ۾ گهرو لڙائي ۾ بچل سچل نوجوان ۽ سردار بہ ختم ٿي ويا، انهن سان گڏ پنهنجي ملڪيت کان، وطن کان وڇڙيل ڪجھ بيا ماڻهون بہ گڏ جي ويا، جنهنجو تعداد سئو کان وڌيڪ ڪو نہ هو، انهن جو هي حال آهي. ٻئي پاسي سڀ عرب هڪ ڪماڻ بڻجي هن تحريڪ وارن کي نشانو بنائي هنن کي هميشہ لاءِ ختم ڪرڻ تي اڙيا بينا آهن. يهودي پنهنجي سودي ڪاروبار جي ختم ٿيڻ جي ڊپ کان انهن سيني قلعن ۾ قلعي وارن کي مسلمان جي خلاف اوپاريون ۽ لهواريون ٻڌائي گڏ ڪري رهيا آهن جن جو سلسلو مديني کان شروع ٿي شام جي سرحد تائين پکڙيل آهي. مشڪلن جو خاتمو صرف اُتي ختم نٿو ٿئي پر آهستي آهستي هي باھ وڏي وجي دنيا جي سڀ کان وڏي اُڀرندي وارو طاقت (ايران) ۽ سڀ کان وڏي الهندي واري طاقت (روم) تائين پهتي ۽ ٻنهي طاقتن کي مديني کي ختم ڪرڻ تي راضي ڪيو ويو.

رومين جا گهوڙا مديني کان ٿوري پري غسانين (مديني جي اوپر ۾ عيسائي سلطنت جا محصول ڏيندڙ هئا ۽ انهن جي ذريعي اسلام جي رومين کي جاڻ ملي، انهي حڪومت جو بادشاھ حضرت عمرؓ جي دور ۾ اسلام چڏي قسطنطنيا پڃي ويو هو. رومين سان جهڳڙو پاڻ سڳورن ﷺ جي وقت کان شروع ٿيو هو. موتا ۾ تمام خطرناڪ ويڙھ ٿي هئي ۽ تبوڪ جو سفر رومين کي روڪڻ لاءِ هو پر اهي سامهون نہ آيا) جي حد ۾ هٽڪارڻ لڳا ۽ ڪسرا (جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ جو خط ڪسرا شاھ ايران وٽ آيو تہ پاڻﷺ جو نالو مبارڪ ڪسرا جي نالي کان پهريان لکيل هو. پاڻﷺ جو خط ڦاڙڻ ڪانسواءِ هن حضورﷺ کي گرفتار ڪرڻ لاءِ نائب قاصد کي موڪليوهو) جو نائب قاصد وارنٽ ڪٽي مديني پهتو ۽ ڌمڪيون ڏيڻ لڳو تہ ” مديني جي آبادگارن جي سردار کي گرفتار ڪري سامهون

آندو وجي“ هن انهن جي شهنشاهه جو فرمان آهي جيڪو يمن جي گورنر باذان جي ذريعي مديني پهتو هو.

هي ان وقت جي حالت آهي جنهن وقت مديني ۾ ”دماغ“ جي تجربي لاءِ انساني نسل ڪي دعوت ڏني پئي وئي، پوءِ ڇا ٿيو.

## غزوه بدر (بدر جي ميدان واري جنگ):

قيدار (حضرت اسماعيلؑ جي ٻارنهن پٽن مان هڪ پٽ جو نالو آهي، جنهن جي نسل مان قريش آهن ان لاءِ بائيبل ۾ هن جو تذڪرو پلن اڪرن ۾ ٿيل آهي) جي سڄي بزرگي جيئن يسعياه نبي چيو هو، ٺيڪ هڪ مزدورن جي هڪ سال اندر ٻُه وانگر سڙي خاڪ ٿي وئي. تڪبر ۽ وڏائي جو نشو جيڪو هنن کي هڪ جاءِ تي ويهڻ نہ ڏيندو هو سو ٽٽي پيو. جيڪو سڀ کان وڏو (ابوجهل جنهن جو پيو لقب ”فرعون هذه الامة“ ”هن امت جو فرعون“ هو هڪ ننڍي عمر جي انصاري ڇوڪري جي تلوار سان قتل ٿيو. عبدالله بن مسعودؓ جڏهن هن جو سر ڪٽڻ چاهيو تہ هن جو هي مشهور جملو تاريخ ۾ محفوظ آهي ” سردار جو سر آهي ٿور هيٺان ڪنجان ڇو تہ جڏهن مئلن جي قطار ۾ منهنجو سر رکيو وڃي تہ ٻين کان اوچو نظر اچي) هو سڀ کان ننڍي جي هٿن سان قتل ٿيو. قريش جا ستر سورما ماريا ويا ۽ ائين قيدار جي بزرگي مٽي ۾ ملي وئي.

اهي عرب جيڪي هڪ ڪمان (عربي تاريخ جي هن جملي جو ترجمو آهي (رمهم بقوس واحد) يعني عربن مسلمانن تي هڪ ڪماڻ ٻڌجي تير وسائڻ شروع ڪيا) مان تير ٻڌجي ان ڪنڌ جي پٽر تي ڪريا جيئن چيو ويو هو تہ جيڪو ان تي ڪرندو آهي اهو مرندو آهي. چور چور ٿي اهڙي طرح تبديل ٿيا جو جيڪي دشمن هئا اهي دوست ٻڌجي ويا. جن تي تلواريون هليون اهي نہ پر جنهن تلواريون هلايون اهي مسلمان ٿي ڪوڙن کي ڪوڙو ڪيو. جنهن بازارن ۾ پرچار ڪئي هئي تہ جيڪي ڪجھ پڪڙيو آهي اهو تلوار جي زور تي پڪڙيو آهي. مڪي ۾ جن کان ڦريو ويو، سڀ ڪجھ ڦريو ويو، پاٽي ڦريو ويو، ڪاڏو ڦريو ويو، گهر ڦريو ويو، در ڦريو ويو ۽ آخر ۾ ساھ ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. ڪيترن ئي کان ڦريو ويو، ٻرنڌڙ باھ، چمڪندڙ تلوارن، ڇڪيل ڪمانن جي هيٺان پڄندين. وري چمڪندڙ تلوارن، ڇڪيل ڪمانن ۽ اُڀن نيزن سان گڏ فتح جا ڦڙڪندڙ جهنڊا مڪي ۾ داخل ٿين ٿا، ڦريندين نہ، پر ڏيندين، آڪڙيل نہ پر جهڪيل، بدلو وٺندين نہ پر معاف ڪندين.

**ٱدۡخُلُواْ ٱلۡبَابَ سُجَّدٗا وَقُولُواْ حِطَّةٞ** (سورت البقر آيت 58)

شهر ۾ سر نمائي داخل ٿيو ۽ حط (گناهن ۽ ڏوهن کي ڇنڊيندا، معاف ڪندا) داخل ٿيو.

(هي بني اسرائيل جو قصو آهي جنهن ۾ اسرائيلن کي هڪ نظريہ ۾ سُجَّدًا وَ حِطَّةٌ چوندي داخل ٿيڻ لاءِ چيو وڃي ٿو. مفسرن جيڪا هن جي معني ڪئي آهي مون کي ان کان انڪار ڪونهي پر قرآن جي نظرياتي حساب سان ڇا اها تفسير سني ناهي

جنهن تي حضور ﷺ عمل ڪري ڏيکاريو. ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي الله ڪانسواءِ، سڀ تعريفون ان جي لاءِ آهن، جنهن اڪيلي (بغير وڙهڻ جي) پنهنجي بندي جي مدد ڪئي( هن کي فتح نصيب ڪئي).

جي تعميل ڪندي، رحم ۽ ڪرم، معاف ۽ درگزر، امن ۽ امان جا گل پکڙيندين

**الْيَوْمَ يَوْمُ بِرّ وَ وَفَاءٍ الْيَوْمَ أَنْتُمْ الطّلَقَاءُ**

اڄ صلہ رحمي ۽ وفا جو ڏينهن آهي اڄ توهان آزاد ڪيا ويا آهيو

جا موتي ڇٽيندين زمين تي انسانن لاءِ جيڪو پهريون گهر، مخلوق جي لاءِ نہ پر خالق ۽ صرف خالق جي عبادت جي لاءِ ناهيو ويو هو جنهن ۾ **لا إلهَ إلا اللّهُ وحدَه ، صدَقَ وعدَه ، ونصَرَ عبدَه ، وهزمَ الأحزابَ وحدَه** (الله ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي ۽ هو اڪيلو آهي، جنهن پنهنجو واعدو پاڙيو ۽ پنهنجي بندي کي ڪاميابي ڏني ۽ هن اڪيلي دشمنن کي شڪت ڏني)

چوندي سجدي ۾ هليو ويو. ابراهيم جو گهر ايل پٿر جي تراشيل مورتين جي گندگي کان پاڪ ٿي ويو.

## نبوت جي دور جي جهاد ۾ شهيد ۽ قتل ٿيل جو تعداد ارڙهن سئو:

۽ حيرت جهڙي ڳالھ آهي تہ ڪٽو ڪٽو ٿيل وحشي عرب جنهن ۾صنم ڪده، بت پرستي، يهودي، عيسائي، صائبي ۽ عقل پرست سڀ آهن. انهن سيني قومن ۽ قبيلن جي پاڻ ۾ ويڙھ کي ختم ڪري هڪ پر امن آئيني نظام جي رياست سان ڳنڍڻ ۾ ڪوڙن جيترو ڪوڙ ڳالهيو ۽ان جي پرچار ڪئي، پر حقيقت اها آهي ۽ ائين ئي آهي تہ ڏھ لک چورس ميل جي ديگھ تي پکڙيل زمين جي گادي جو هنڌ جڏهن آبادگارن جو هي ڳوٺ ٿيو تہ ڏهن سالن جي هن ڊگهي عرصي ۾ وثنيون (عرب هندوؤن)، يهودين، عيسائين، مسلمانن ۾ امن جي هن جدوجهد ۾ ٻنهني طرفن کان جيڪي ماڻهون مئا انهن جو تعداد، ڪروڙن، لکن، ٻن ٽن هزار بہ نہ، ايترو بہ نہ جيترا نيويارڪ جي روڊن ۽ لنڊن جي رستن تي گاڏين جي هيٺان روزانو ڪنيا ويندا آهن يا هندستان جي معمولي جهيڙن ۾ لاشن جي جيڪا فهرست تيار ٿيندي آهي پر انهن جو مڪمل انگ اڪر ارڙهن سو آهي، هي آهي جنهن کي توهان خوني پيغمبر چئو ٿا ان جو وهايل رت يا ڪاساين جي اها دڪان جنهنجي گوڙ سان گنبذ گردان (آسمان) بہ ڏڪي ٿو وڃي. پرايا تہ پرايا پر پنهنجا بہ پريشان آهن.

افسوس! بند اکين سان ڪونسرن کي صرف اهو رت نظر آيو جنهن مان انسانيت جي مئل مڙھ ۾ زندگي جو رت داخل ڪيو پئي ويو. جتي موت آهي مرده دل وارن کي اتي زندگي نظر اچي ٿي ۽ جتي زندگي آهي اتي موت. منصفن عجيب انصاف ڪيو ، موت جي وادي جي نالي سان دنيا ۾ ان

جا دهل وڄايا. هڪ هزار اٺ سئو جي تعداد ٽڏهن ٿئي ٿي جڏهن ته ڄاٽي واٽي بني قريظه (خندق جي جنگ ۾ يهودين جي پئسي ۽ قريشين جي ماڻهن گڏجي مديني کي ويهه هزار فوجين سان اچي گهيريو. بين قريظه جي يهودين سان مسلمان جو عهد هو ته جنگ ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪندا پر هن ڏکئي وقت ۾ جڏهن هنن کان مدد جي گهري وئي ته انهن يهودين چيو ته اسان محمد ﷺE; نٿا سڃاڻيون، حضور ﷺ ان وقت خاموشي اختيار ڪئي. جڏهن الله جي طوفان عرب جي طوفان کي شڪت ڏني تڏهن پاڻ ﷺ بني قريظ جو گهيراؤ ڪيو. آخر ۾ بني قريظ وارن سعد بن عباده کي امين مقرر ڪري قلعي جا درواز کولي ڇڏيا. سعد بن عباده انهن جي نوجوانن کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. (پاڻ ﷺ جن فرمايو ته هي ڪتاب جي مطابق فيصلو آهي ڇاڪاڻ ته هنن جي ڪتاب ۾ واعدي خلافي جي اها سزا آهي.) جي انهن يهودين کي به شريڪ ڪيو وڃي جن کي پاڻ انهن جي ڪتاب ۽ انهن جي شريعت، انهن جي مرضي سان، انهن جي ئي قانون مطابق ان وقت انهن کي متائي ڇڏيو جڏهن اهو سمجهيو ويو ته هن ننڍڙي جماعت جي زندگي سان عرب بلڪ ممڪن آهي ته عرب جي چوڏاري وڏي جماعت به ختم ٿي وڃي. جڏهن ڪروڙن جي قاتل ٻي عالمي جنگ به يهودين (يورپ جي آخري عالم گير جنگ جي باري ۾ ٿيل تحقيق آخر ڪار اهو ثابت ڪيو ته ان جي تهه ۾ آمريڪا ۽ يورپ جي شاهوڪار يهودين جو هٿ هو) جي ڦوڪن سان ٻاريل ڇٽي وڃي ٿي. پوءِ جي انهن يهودين جي بابت اهو سمجهيو ويو ته ڇا غلط سمجهيو ويو ۽ صرف اهو نه پر ان هڪ هزار اٺ سئو ۾ ويچارن انهن استادن کي به شامل ڪيو ويو جن کي نجد وارا پنهنجي علائقي ۾ واعظ، هدايت، تعليم ۽ تربيت جي لاءِ وٺي ويا ۽ معونا نالي جي کوهه وٽ ستر مسلمانن کي شهيد ڪيو ويو، انهن ۾ اهي ڌم تبليغ وارا به هئا جن کي بغير ڪنهن سبب جي رجيع ( انهن واقعن جي تفصيل سيرت جي ڪنهن وڏي ڪتاب ۾ پڙهو يا منهنجي ڪتاب "الحرب و الجهاد" ڏسو) جي جاءِ تي ڪنو ويو، هي ته مسلمان جي طرف جا شهيد هئا، اهڙي طرح غير مسلمان جي مقتولين جي انهي ڳڻپ ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ڪجھ قصاص ۾ ماريا ويا يا چوري ماريا ويا، يا گرفتاري جي سلسلي ۾ ماريا ويا، ماڻهون سوچن نٿا نه ته ڏهن سالن جي هن ڊگهي عرصي ۾ جي ڪنهن کي جنگ چئي سگهجي ٿو ته اها "بدر" واري ويڙهه آهي. جنهن ۾ ٻاويهه مسلمان ۽ ستر قريش ماريا ويا، اهڙي طرح "احد" ۾ ستر مسلمان ۽ ٽيهه قريش جا ماڻهو ماريا ويا، جي هزار پندرنهن سئو جي جماعت ۽ انهن جي ٻنهي جي وچ ۾ ويڙهه کي جهيڙو چوڻ بجاءِ جنگ چيو ويو. خير قريشين سان جيڪا دست اندازي ٿي اها ان تي ختم ٿي وئي نه "خندق" ۾ قتل جو بازار گرم ٿيو نه مڪي ۾ ڪو رت وهيو. ان ڪانپوءِ هڪ به ويڙهون يهودين سان ٿيون جنهن ۾ خيبر سڀ کان اهم آهي. ان ۾ ارڙهن مسلمان شهيد ٿيا ۽ ٽيانوي يهودي ماريا ويا. عيسائين سان "موتا" وٽ تمام وڏي ويڙهه ٿي جنهن ۾ به مسلمانن جي ٻارنهن شهيدن جي خبر پئجي سگهي آهي، ان ڪانسواءِ ڪجھ ڌاڙيلن جي پنيان وڃڻ، چورن جي ڪڍ لڳڻ، باغين جي بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪجھ ماڻهون موڪليا ويا، جنهن ۾ گهٽين جاين تي ته انهن سان ويڙهه جي ضرورت ئي نه پئي. خير جي اصلي ويڙهه ۽ جها د جي شهيدن ۽ ماريلن جو ذڪر ڪيو وڃي ته انهن جي تعداد پنج ڇهه سئو کان وڌيڪ ،انهن ڏهن سالن جي عرصي ۾ پوري عرب ملڪ ۾ انشاء الله ثابت نه ٿيندي جيتوڻيڪ مقابلي ۾ عرب جا وحشي قبيلا، جمهوريتون ۽ ڪجھ بادشاهتون به هنيون پر

جنهن کي طائف ڪانپوءِ سڀ ڪجھ ڏنو ويو. چو ويچاريو وڃي ٿو تہ ان کي هي سڀ چو مليو، هن سان هينئن چو ٿيو، جنهن جي زندگي جو هر پل ان جي قول ۽ فعل " **لاالله الاالله**" جي ثابتي آهي، اهڙن واقعات جي روشني ۾ هن ﷺ کي چو نتو ڏنو وڃي. مطلب تہ اهي آهن پورا ڏھ سال ۽ انهن جون جنگون ۽ ويڙهون جن جي رت جي راڱن جا قصا خوشبودار قلمن ۽ رنگ برنگي مسن سان رنگين ڪري دنيا وارن کي ٻڌايا ويندا آهن.

هاڻي ڏسو انسانن جي دنيا، جنهن کي ملائڪن سجدو ڪيو ان جي زندگي هڪ مڇر ۽ مکي کان وڌيڪ قيمتي نہ هئي. انسان جي جان تہ تمام وڏي ڳالھ آهي، ان جي ڪپڙي جي ڌاڳي کي بہ رات جي اونداهي ۾ ڪو ڪيڏي نٿو سگهي. هر طرف امن، سڪون ۽ چين هو، دنيا تي لاڳو ڪرڻ لاءِ انساني زندگي جي جنهن آئين ۽ دستور جو نقشو مديني جي جهنڊي ۾ لڳايو ويو هو. ان جي هينان ايندا وڃن ٿا، ٻي تاب ٿي اچن ٿا، آدم جي اولاد هر طرف کان اچي ٿي، جٿن جا جٿا اچن ٿا، نمائندن ( تفصيل لاءِ منهنجي ڪتاب المڪاتيب ڏسو) جون قطارون لڳن ٿيون.

مديني ۾ جيڪا تخت گاھ قائم ٿي چا اتي ممبر جي جاءِ تخت رکيو ويو؟ ساڳيو ممبر آهي، ساڳي مسجد آهي، اهو ئي ڇپر آهي، اهوئي چمڙي جو کهرو وهاڻو، نہ ديوان آ نہ وري دربان، امير بہ اچن ٿا تہ غريب بہ اچن ٿا. ٻنهي سان ساڳيو سلوڪ آهي.

سلطنتن وارا چون ٿا، شاهي دربار هو، فوج هئي، علم هو، پوليس هئي، جلاد هو، مئجسٽريٽ هئا، گورنر هئا، وصوليندڙ (collector) هئا، جج هئا، ضبط هو، قانون هو.

مولي چون ٿا، مدرسا هئا، تعليم هئي، تقريرون هنيون، فتوائون هنيون، سزائون هنيون، تحرير (تصنيف) هئي، سهيڙڻ (تاليف) هئي ، محراب هو، ممبر هو.

صوفي چون ٿا، مڙهي (خانقاھ) هئي، دعا هئي، دم (جهاڙ) هو، منتر (ڦوڪ) هئي، ورد هو، وظيفو هو، ذڪر هو، دهيان هو، چلو هو، فريادون هنيون، ڳوڙها هئا، حال هو، وجد هو، وحي هئي، ڪرامت هئي، فقيري هئي، بک هئي، پارسائي هئي، قناعت هئي، پٽريون ڏنيون وينديون هيون تہ ڪارن ڪوهن کي منو ڪيو وڃي، ٻارن جي مٿن تي شفقت جو هٿ ڦيريو ويندو هو، جنهن کي چيو ويندو هو ان جو ڪم ٿي ويندو هو.

پر سچ تہ اهو آهي تہ اهو سڀ ڪجھ هو، ان لاءِ تہ هو سيني لاءِ هو. هاڻي جنهن کي هلڻو آهي، جتي بہ هلڻو آهي، جنهن بہ زماني ۾ هلڻو آهي ان ئي ڏڳ تي هلڻو آهي.

# عرب کان ٻاهر تبليغ جو ڪم

۽ هي ته عرب جي لاءِ هو. ڏسو ته عرب جي ئي اندر عرب جي ٻاهر جو ڪم شروع ٿي وڃي ٿو. انهن ڏهن سالن جي اندر عرب جي اوپر جي سڀ کان وڏي طاقت ايراني سلطنت ( Persian Empire) ۽ اولهه جي سڀ کان وڏي قوت رومن سلطنت سان گڏ ان آسپاس جي حاڪمن کي به چرڪايو ويندو آهي ته وقت کان اڳ سجاڳ ٿيو، جيڪو جاڳيو تنهن هٿ ڪيو، جيڪو ستو تنهن وڃايو. ڪسرا خط ڦاڙيو، ان جو ملڪ ڦاڙيو ويو، قيصر به ڦاڙي ها ۽ خدا ڪري ها ته ڦاڙي ها، هو به ڦاٿي پوي ها پر معاملي کي ملتوي ڪري هن پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي موت کي ملتوي ڪري ڇڏيو.

۽ ايترو ملتوي ڪيو جو جڻ اها فوج اڃان تائين واپس ناهي آئي. خدا کي ئي خبر آهي ته ڪڏهن واپس (مشهور محدث ابوبڪر بن العربي پنهنجي ڪتاب احڪام القرآن ۾ هڪ روايت نقل ڪئي آهي ته پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو ته فارس (ايران) هڪ يا ٻه سنگ هڻي ختم ٿي ويندو، پر روم (يورپ) جي هڪ سنگ کي مسلمان پڇيندا ته ٻيو نڪري ايندو ۽ اهو اهڙي طرح نڪرندو رهندو جيستائين الله چاهيندو. اڄ پندرهين صدي جي شروعات آهي ۽ يورپ جا سنگ نڪرندا رهن ٿا) ايندي جنهن کي رومين ( موت جي مرض وقت اسامؓ جو جيڪو دستو رومين ڏانهن موڪليو ويو هو ان ڏانهن اشارو آهي. رومين کي پاڻ سڳورن ﷺ جي وفات جي خبر ملي، ان خبر جي اڃان خوشي ختم به نه ٿي هئين جو اسامؓ جي حملي جي خبر پيين، رومي گهبرائجي ويا ۽ چوڻ لڳا ته هي انسان آهن يا جن؟) ڏانهن موڪلي سوچ جي انهن عجيب ۽ غريب تجربا ڏيندڙ پاڪ وجود ﷺ وري دل جي حالتن ۾ گهر تي ان بستري تي سمهي پيا، جنهن تي سمهڻ کان پوءِ اٿڻ جي ضرورت ئي نه پوندي آهي. اللهم صلي عليه وسلم

ڏسڻ وارن ڏٺو ته ان بستري تي سمهڻ جي جيڪا آخري رات هئي ان کي روشن ڪرڻ لاءِ ڏيئي ۾ تيل ڪنهن غريب پاڙي واري کان اڌار ورتو ويو هو ۽ جيڪا چادر ان وقت واپسي جي مرض ۾ مريض تي پيل هئي جڏهن صبح جو ڏٺو ويو ته صرف هڪ ڦاٽل ڪارو ڪمبل هو، جنهن تي ڪيتريون چتيون لڳل هنيون. هن ﷺ جي زره ٽن صاع (234 تولن جي وزن برابر وزن جو نالو آهي) تي هڪ يهودي شاهوڪار وٽ گروي هئي.

سمجهڻ کان پوءِ نه سمجهڻ لاءِ ڪوڙ جي چُرن (سوراخن) ۾ لڪڻ وارؤ! سمجهي رهيا آهيو، ڏسي رهيا آهيو جيڪو ان بستري ستل آهي، اي انصاف جا قاتلو! ڇا هي مڪي جو اهو فقير آهي جنهن جي باري ۾ گندين زبانن سان گوڙ ڪيو پيا ته هو مديني جو باشاهه ٿي ويو ۽ ڇا هن جو هي حال صرف اڄ آهي، ڏهن سالن جي عرصي ۾ ڪنهن هن جي گهر مان ڪو دونهون نڪرندي ڏٺؤ! اهڙا بادشاهه ڪهڙي دنيا ۾ گذريا آهن جن جي وات کي اڻ ڇنڙيل جَوَ جي اٽي جي ماني به نصيب نه ٿئي. ڪنهن فقير به ڪڏهن به ٻه ٽي مهينا صرف پاڻي ۽ ڪارڪن تي پنهنجي زندگي گذاري

آهي؟ ڪڏهن ڪنهن فاقا مست ٻه ٻڪ جي تڪليف پيٽ تي ٻه ٻه پٿر ٻڌا آهن؟ ڪهڙي بادشاهه جي چوڪرين جي هٿن تي چڪي پيهڻ جا چير ۽ ڳاتي تي پاڻي ڀرڻ جا ڳرٽ ۽ نشان ڏٺا آهن؟ ڪا اهڙي شهزادي زمين ۾ ڪنهن جاءِ ڏني اٿو، جنهن ڪي ۽ جنهنجي

ٻارن ڪي ٻه ٻه ٽي ٽي ڏينهن ٻک جي سختي ۾ ڏينهن ڪي رات ۽ رات ڪي ڏينهن ڪرڻو پوي. ڇا بادشاهن جو محل ان ڪي چوندا آهن جنهن جي ڪچي جي شاخن جي ٺهيل جهوپڙي ۾ ٻه ماڻهو جو مٿو ٽڪرائجي.

مديني جي بادشاهه جو محل ته هن وقت ٻه موجود آهي ان جي ڊيگهه ۽ ويڪر ڪي اوهان هاڻي ٻه ماپي سگهو ٿا، ٻاهر ۾ ان ڪانسواءِ ڪجھ ٻه هجي پر اندر ته ان جو اهو ئي آهي جيڪو پهريان هو (تفصيل لاءِ ڏسو " نبي ۽ ان جي زندگي") خير! ڏهن سالن تائين "دماغ" جو اهڙي طرح عام سوجهري ۾ تجربو ڪرايو جهڙي طرح تيرنهن سالن تائين "دل" جي پرک پيش ڪيائين.

۽ ڏسو ته سهي! انهن عربستان ۾ هڪ طرف انهن جي نشي جو خمار لاٿو ويو، جن جي وڏائي ۾ خدا جي عظمت جي ٻه ڪا جاءِ ڪو نه هئي، ٻئي طرف انهن ۾ هڪ ٻئي نشي جي عادت وڌي وئي ته خدا جي عظمت ڪانسواءِ انهن جي اندر ٻي ڪا وڏائي باقي نه بچي. اهائي اها جماعت آهي جيڪا سينا (طور سينا) جي سوجهري ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام ڪي پاڪ ملائڪن جي صورت ۾ نظر آئي. ساڳيو دعوا جنهنجون دليلون لاڳيتو پنهنجي اندر ڪان هن دعوا جو دعويدار اعلان ڪان اڳ ڏيکاري رهيو هو. هن دعوا جو نسخو انهن ڪي آچيو ويو جنهن ڏسي هن ڪي مجيبو هو. هي نسخو انهن ڪي پياريو ويو.

ڪنهن جهنگ يا جبلن جي غارن ۾ نه ۽ نه وري تلوارن جي ڇانو ۾ هن جي مشق ڪرائي وئي. پياري ٻه ڏيکاريو ويندو هو ۽ چڙائي ٻه ڏيکاريو ويندو هو. "بدر" ۾ جڏهن پياري لاٿا ويا ته ان جو نتيجو ٻه انهن جي سامهون هو ۽ "احد" ۾ جيڪي ڪجھ ٿيو، انهن جي ڪري ٿيو، جن پيئڻ ڪجھ غفلت ڪئي. مڪو جڏهن فتح ٿيو سڀ ان نشي ۾ خماريل هئا. " حنين" ۾ جڏهن ميدان هٿ ڪان ويو، ٿوري دير لائي ويو ته توهان ان ميدان جي نقشي ۾ ۽ انهن جي وادين ۾ ۽ جبلن ۾ ان جا سبب ڳوليو! پر مان ڇا ڪريان ته قرآن هن نشي جي گهٽتائي جو نشان ڏنو آهي، جنهن جو هن ڪي تجربو ڪرايو ويو.

توهان چئو ٿا ته هو تير هٽڻ وارن ڪان ڊڄي ڀڄي ويا جيڪي اندر نه ٻلڪ ٻاهرين ماٿرين ۽ جبلن ۾ لڪل هئا ۽ قرآن چوي ٿو ته هو گهٽائي ۽ اڪثريت جي اعتماد جي ڪري ڀڳا جيڪو انهن جي اندر لڪل هو.

وَيَوْمَ حُنَيْنٍ ۙ إِذْ أَعْجَبَتْكُمْ كَثْرَتُكُمْ فَلَمْ تُغْنِ عَنكُمْ شَيْـًٔا (التوبہ -25)

۽ حنين جي ڏينهن جڏهن توهان پنهنجي جي گهڻائي کي ڏسي ت مغرور ٿي ويو پر اها گهڻائي توهان کي ڪو فائدو نہ ڏئي سگهي.

جنهن جو مطلب ان ڪانسواءِ ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو.

جيڪڏهن اهو مقصد ناهي تہ جنهن کي طائف کان واپسي تي سڀ ڪجھ ملي چڪو هو. ان کي هن وڏي لشڪر جي ڪهڙي ضرورت هئي، هون بہ تہ هن جو ساڄو ( زبور جي ان آيت طرف اشارو آهي جنهن ۾ پاڻ سڳورن ﷺ کي خطاب ڪندين حضرت داؤدؑ فرمايو "تنهنجو ساڄو هٿ معجزا ڏيکاريندو" قرآن ۾ حضور ﷺ جي ساڄي هٿ کي خدا جو هٿ چيو ويو آهي " مَا رَمَيْتَ إِذْ رَمَيْتَ وَلَٰكِنَّ ٱللَّهَ رَمَىٰ"(الانفال 17) "مٽي جي مٺ اوهان نہ اڇلي آهي پر اها الله اڇلي آهي" ۾ بہ ساڄي هٿ جي معجزن طرف اشارو آهي. هڪ مٺ مٽي جي دشمنن ۾ گهٻراهٽ پيدا ڪري ڇڏي. هن جو ذڪر بخاري ۾ بہ آهي) هٿ عجيب ڪمال ڏيکاريندو هو. جي اهو مقصد نہ هجي ها تہ هو فقط ان مان ئي سڀ ڪجھ ڪري ڇڏي ها ۽ جڏهن دل چاهيو تہ هڪ مٺ مٽي مان گولين جو ڪم ورتو.انڌا آهن جيڪي چون ٿا تہ رت جي راند ڪيڏي وئي هئي. جنهن جي ڏاڙهي رت ۾ رنگي وئي، جنهن جا ڏند ڀڳا ويا، جنهن جي پيشاني ۾ زره جون ڪڙيون ٽنبيون ويون.

اڙي انڌؤ! ان تي ڏوھ ٿا ڏيو تہ هن رت وهايو.

اڙي چور! ابتو ساڌ تي سندرو ٻڌي چڙهو پيا ۽ هٿ ۾ ڏيئو هوندين بہ چڙهو پيا جيتوڻيڪ ٽيهٺ سالن جي ڏکي زندگي ۾ ڇا ڪو ثابت ڪري سگهي ٿو تہ خونين جي وچ ۾ پلجندڙ هن انسان ڇا ڪنهن کي ڪو نقصان پهچايو آهي (پوري تاريخ ۾ صرف ابي بن خلف جي ڳاتي ۾ نيزي جي ڇهنب ڇهنباياڻون جڏهن احد جي جنگ ۾هو پاڻ سڳورن ﷺ کي قتل ڪارڻ لاءِ ان جي ويجهو پهتا. پاڻ سڳورن هن سان مکي ۾ هڪ واعدو بہ ڪيو جيڪو نڀائڻو بہ هو)

# اسلامي جهاد جي ترتيب

هاءِ! جي رت وهائڻ چاهي ها تہ پوءِ هزارن جي رت کي صرف هڪ جي رت کان چو بچائي ها. هڪ ڦڙو وهائي سمنڊ کي چو بند ڏئي ها. اهي يهودي جن رت هر زماني ۽ هر ملڪ تقريبن هر صدي ۾ وهندو رهيو آهي ۽ اڄا ( جرمني ۾ هٽلر انهن تي جهڙي طرح زندگي زهر ڪري ڇڏي اها سيني کي خبر آهي. هي تفسير آهي قرآن جي آيت جي إِذْ تَأَذَّنَ رَبُّكَ لَيَبْعَثَنَّ عَلَيْهِمْ إِلَىٰ يَوْمِ ٱلْقِيَٰمَةِ مَن يَسُومُهُمْ سُوٓءَ ٱلْعَذَابِ (الاعراف 167) "تنهنجي رب جڏهن اعلان ڪيو تہ قيامت تائين يهودين تي ڪنهن نہ ڪنهن کي مقرر ڪندو رهندو جيڪو انهن کي عذاب جو مزو چکائيندو رهندو" ) تائين آهي، جڏهن قتل جا حقدار ٿيا ۽ هر

لحاظ کان ٿي چڪا هئا، پر انهن هزارن جي رت کي صرف ٻن ڪعب بن اشرف ۽ رافع بن حقيق جي رت سان چو روڪيو. تمام وڏو خير اهو شر آهي جنهن جي ذريعي ڪنهن عظيم ۽ افضل شر جو خاتمو ٿئي. بدلي (قصاص) ۾ ئي زندگي آهي.، آخر قانون ۾ ٻيو ڇا آهي. بيشڪ انهن ٻنهي جي موت ۾ انهن تمام يهودين جي زندگي جي ضمانت هئي جيڪي ان ڪانپوءِ زنده رهيا، وڌيا ۽ وسيا نہ تہ جيڪو منصو انهن ٻنهي ( تفصيل لاءِ ڏسو سيرت النبي شبلي مرحوم) ٺاهيو هو ان جو انجام اهو هو تہ پوري عرب مان يهودين جو نالو نشان متجي وڃي ها جيئن هميشہ اهڙي قسم جي شڪي يهودين پنهنجي قوم جي هر ملڪ ۾ هر زماني ۾ زندگي زهر بڻائي جنهن جو تسلسل اڄا تائين جاري آهي پر سچ هي آهي تہ بني قريظہ جي ننڍڙي جماعت انهن جي شريعت ۽ انهن ئي جي چوڻ تي ختم ڪئي وئي. پر ان سان گڏ ان ننڍڙي جماعت جي موت ۾ ڇا سيني عرب يهودين جي زندگي لڪل نہ هئي. بي رحم ۽ ظالم آهي اهو جراح جنهن هڪ آڱر جي لاءِ پوري جسم کي خراب ٿيڻ ڏنو.

## ازواج مطهرات (نبيﷺ جون گهرواريون)

آخر ۾ انهن سيني تجربن جي سلسلي ۾ خاص تجربو هي هو تہ ساڳيو ڏهن سالن جو زمانو آهي، ان ڪانپوءِ ڪجھ سال گذري چڪا آهن ۽ هاڻي اهو جيڪو عرب جي لاءِ بہ هو، عجم جي لاءِ بہ هو ۽ عورتن جي لاءِ بہ هو، مردن جي لاءِ بہ هو. زندگي جي آخري ڏينهن ۾ ارادو فرمايو تہ جهڙي طرح مردن ۾ نيڪ مردن جي هي آخري جماعت ٺاهي وئي آهي. سڄي دنيا جي عورتن لاءِ قيامت تائين انساني نسل ۾ جيڪي عورتون پيدا ٿينديون انهن سيني لاءِ، انهن جي تعليم لاءِ، تربيت لاءِ، انهن جي مثال لاءِ، عورتن جي هڪ جماعت تيار ڪئي وڃي. شايد هي قدرت جي طرفان هو ۽ هن جي ڪهڙي ڳالھ قدرتي نہ هئي تہ جتان دنيا جي هن عالمگير نقشي ۽ انساني زندگي جي مڪمل عملي دستور جي جهنڊي کي ڪنيو وڃي ٿو.

## مديني ۾ دنيا جي مذهبن جو آکاڙو

اهو نہ "لندن" آهي نہ "پيرس" ايتري تائين جو "ممبئي" بہ ناهي ۽ " ڪلڪتو" بہ ناهي بلڪ سچ تہ هڪ بيابان جي هڪ ننڍڙي جي آبادي جنهن جي تهذيب ۽ معاشري جي لحاظ کان اها حيثيت ناهي جيڪا هندستان جي عام ضلعن ۽ ڳوٺن جي آهي پر دنيا جي ان پري، ويران، ريگستان، نخلستان ۾ حيرت آهي سڄي دنيا جا مذهب وارا ان لاءِ هن جي اڳيان حاضر ٿيندا آهن تہ مخالفت ۽ انڪار ناهي، بلڪ سيني جي تصديق، سيني جي اصلاح، سيني جي تڪميل، عملي صورت ۾ ممڪن

ٿئي چاڪاڻ تہ هو ڪوڙو ناهي بلڪ سچو آهي ۽ اهوئي ان جي دعوا جو سڀ کان وڏو امتيازي نشان هو.

هندو مذهب تہ بت پرستي جي شڪل ۾ مڪي ۾ موجود هو. مديني اچڻ کانپوءِ ان جي سامهون دنيا جو ٻيو عالمي مذهب يهوديت بہ سامهون اچي ويو. ان سان گڏ مديني ۾ عيسائيت بہ موجود هئي جنهن جي اثر هيٺ دنيا جي آبادي جو وڏو حصو ان وقت بہ هو ۽ هاڻي بہ آهي. ان جي دائري ۾ مجوسي ۽ ايران جا ٻاهه جا پڄاري (سلمان فارسيؓ، باذانؓ، اقرع بن حابسؓ ۽ ٻيا بہ ڪجھ هئا، هي پهريان مجوسي هئا ۽ حجر جو پورو علائقو عرب ۾ زردشتي دين رکندڙ هئا. قرآن ۾ مجوس جي نالي سان انهن جو ذڪر ڪيو ويو آهي) زردشتي بہ شامل هئا ۽ آسپاس ۾ هڪ فرقو صائبن جو بہ هو، جنهن جي باري ۾ ڪجھ چئي نٿو سگهجي تہ عرب جا صائبين جو تعلق بہ مذهب جي ساڌوئن سان هو يا ان ڪانسواءِ ڪوئي ٻيو فرقو هو جنهن کي دنيا هاڻي سڃاڻي (تفصيل جي لاءِ ڏسو منهنجي ڪتاب صائبون) نٿي.

خير ڪوهستان جي هن ننڍي آبادي ۾ يهوديت، عيسائيت، هندوئيت يا بت پرستي، مجوسيت ۽ جي چاهيو تہ چئي سگهو ٿا تہ ٻڌمت پنهنجي سيني فتنن سان موجود هئا، جنهن جي ڌوئڻ ۽ پاڪ ڪرڻ جي لاءِ هو آيو هو. بس هن انهن سيني کي ڌوتو، انهن سيني کي پاڪ ڪيو، صاف ڪيو جنهن ۾ جيڪا ڪوٽ هئي اها سڀ پوري ڪئي ۽ قيامت تائين جي لاءِ پوري ڪئي.

جهڙي طرح دنيا جي هر مذهب جي مردن مان قدرت هن کي ڪجھ ماڻهو ڏنا تيئن تقريبن ڪجھ اهڙي طرح زندگي جي آخري ڏينهن ۾ دنيا جي تقريبن سيني مذهبن جي عورتن مان هڪ هڪ نمائندي طور هن جي خدمت ۾ قدرت جي طرفان حاضر ڪيون وينديون آهن. عورتون هن جي خدمت ۾ جي عورت جي حيثيت سان اچن تہ ان ۾ ڪهڙو گناه آهي. جڏهن مڪي ۾ هر قسم جون اهي عورتون هن جي اڳيان پيش ڪيون ويون تہ ان بزرگ عورت جي مقابلي ۾ جيڪا عمر ۾ هن کان پندرنهن سال وڏي هئي، پنجاه سالن جي عمر تائين ڪنهن کي بہ پسند نہ ڪيائون.
پنجويهہ سالن جي جواني کان پنجاه سالن جي عمر تائين ڪنهن کي خبر ناهي تہ صرف حضرت خديجہ رضي الله تعالىٰ عنها کانسواءِ پاڻ ﷺ ٻئي ڪنهن سان بہ نڪاح نہ ڪيو جيڪا نڪاح جي وقت چاليهہ سالن جي ٿي چڪي هئي ۽ ان کان اڳ هن جي ٻن مڙسن جي وفات ٿي چڪي هئي. جيڪو عورت ( چا پاڻ سڳورن ﷺ جي هن قول جو اهو ترجمو ناهي؟ مَا لِي فِي النِّسَاءِ مِنْ حَاجَةٍ "بخاري 5029" مون کي عورت (گهر واري) جي ضرورت ڪانهي) کي عورت جي حيثيت سان پنهنجي گهر وني ٿو اچي. چا چاليهہ سالن جي بيوهہ سان پنجاه جي پوري زندگي گهاري سگهي ٿو.

ها! جڏهن سڀ ڪجھ ٿي چڪو "دل" جو بہ تجربو ختم ٿي چڪو "دماغ" جا بہ تجربا دنيا ڏسي ورتا. قتل ۽ خون، فتنن ۽ فسادن جو سرڪشي سمنڊ عرب ملڪ، امن ۽ امان، راحت ۽ سڪون جي چانو هيٺ زندگي جي قيمت حاصل ڪرڻ لڳو ۽ سڀ کان وڏي ڳالهہ هي آهي تہ جيتوڻيڪ

عرب جو گھڻو حصو هميشہ کان غير عرب جي قبضي هيٺ نہ رهيو هو پر تنهن هوندي بہ وڏن ننڍن کي غلام بڻائي رکيو هو ۽ پوءِ سڀ گڏجي وهمي مخلوقن جي غلامي ۾گھلجي رهيا هئا. هن غلامي مان انهن کي حقيقي آزادي ملي. انسانيت پنهنجي فطري جاءِ کان هٽي هڪ موچ کاڌل هڏي جيان بي آرامي هئي، بي قرار هئي ۽ پوءِ ان کي ان جو اهو اصلي مقام مليو جنهن تائين پهچڻ کانسواءِ انساني دل مطمئن ٿي نٿو سگھي. اهڙي حالت ۾ پوءِ هي کهڙو بغض وارو ۽ خبيث خيال آهي تہ آزادي جي هن نعمت کان پوري جماعت جي اڌ حصي کي ان کان محروم رکيو وڃي. هي سچ آهي تہ انهن جو، انهن بي زبانن جو ڪنهن بہ خيال نہ ڪيو، ڪنهن بہ انهن تي رحم جي نظر نہ وڌي، ڇا توهان چوڻ چاهيو ٿا تہ رحمت للعالمين ﷺ جي ڪرم جي نظر کان بہ هي ويچاريون محروم رهجي وڃن ها. جهڙي حالت ۾ اڄ تائين هنيون، ائين ٿي نہ ٿو سگھي تہ جيڪو سين لاءِ هو، اهو سيني لاءِ ٿيو ۽ ائين ٿيڻ بہ کپي ها. هن بي سمجهہ، عقل کان عاري ۽ اڻ ڄاڻ عورتن جو انتخاب نہ ڪيو ڇاڪاڻ تہ انهن کي ٻين لاءِ هڪ مثال قائم ڪرڻي هئي ۽ ڏسو! وقت بہ گهٽ آهي، واندڪائي بہ گهٽ آهي شايد اهو ئي سبب هو جو چوندي چوندي مختلف سياءُ ۽ مزاج، مختلف مذهبن ۽ دينن جون وڏين عمرن واريون، سمجهدار، بيوهہ عورتون جيڪي زندگي جي لاهين ۽ چاڙهين کان واقف هنيون، انهن جي هڪ پاڪ چونڊيل جماعت کي مختلف سببن ۽ ڪارڻ جي پردي ۾ قدرت هن جي خدمت ۾ ان وقت دستياب ڪيو، جڏهن پنهنجي فرض کان آجو ٿيڻ جو وقت ويجهو هئس، هن جي زندگي صرف اهو ئي حاصلات هو تہ مڪو فتح ٿئي ٿو، خدا جي زمين جو مرڪز، ڪوڙن خدائن جي ناپاڪي کان پاڪ ٿئي ٿو جنهن کانپوءِ هن جو ڪم ختم ٿي وڃي ٿو.

مان ٻڌائي چڪو آهيان تہ "غيب" ۽ ان جون وڏيون نشانيون جنهن وقت ڏيکاريون ويون تہ، آخر ۾ ڪعبي جي باني ابراهيم عليہ السلام کي ڏسڻ ان جو اهڃاڻ هو تہ ڪعبي صفائي ان جو آخري ڪم هوندو. "مرڪز" ۽ "ام القرىٰ" (شهرن جي ماءُ) مڪي جو قبضو ڏيارڻو هو. ان کانپوءِ آس پاس ۽ مڪي جا ڳوٺ جيڪي ڪعبي جي چئني طرفن کان زمين جي آخري حد تائين پکڙيل آهن، انهن جو ڪم اچڻ وارن جي حوالي ڪيو ويندو ۽ هن غيبي انڪشاف ۾ نہ پر سلسلي وار اهڙا انڪشاف مختلف صورتن ۾ ٿي رهيا هئا جن جو اهو مطلب هو تہ ڪم ختم ٿي رهيو آهي، بس هن ڪم کي صحيح طريقي تي ختم ڪرڻ لاءِ مردن سان گڏ عورتن جي تعليم ۽ تربيت ( اي نبي جون گهرواريون! توهان عام عورتن وانگر ناهيو يا اي نبي جون گهرواريون جي توهان کي دنيا ۽ دنيا جو سينگار ۽ زينت پسند آهي تہ اچو مان اوهان کي جدا ڪيان. ياد ڪيو اهي آيتون جيڪي قرآن ۾ نازل ٿيون آهن. انهن آيتن جو ڇا مطلب آهي) جي ڪم جي ذميواري بہ پنهنجي آخري زندگي ۾ هن کي ڪٽي پئي. اهو ٿي سگھيو ٿي تہ عورتون بہ خدمت مبارڪ ۾ ان حيثيت سان رهن ها جيئن مردن جي هڪ منتخب جماعت گڏ رهندي هئي. پر دماغ جي سڄاڳي جو هي هڪ بهترن تجربو آهي تہ هن ﷺ نقلي، مذهبي

ڊونگي ۽ روحاني اڳواڻن جي ان ناجائز حرڪتن جو ڏڳ ان عورتن سان نڪاح ڪري هميشہ جي لاءِ بند ڪري ڇڏيو.

**هيڪل جي خدمت جي لاءِ عمران** ( مشهور قصو آهي حضرت مريم جو تہ هن جي والده عمران جي گهرواري جي باس باسي تہ منهنجي پيٽ ۾ جيڪي ڪجھ آهي اهو الله جي نظر ڪنديس. اتفاق سان هن کي ڇوڪري پيدا ٿي. هن ان کي سليماني هيڪل ۽ بيت المقدس جي نذر ڪيو. هن جي هن طريقي عيسائين ۾ "نن NUNS" جي هڪ جماعت پيدا ڪئي. جنهن جون خرابيون ڏسي انسانيت رڙين ڪرڻ تي مجبور آهي) جي گهرواري صرف هڪ ڇوڪري پيش ڪئي هئي. پوءِ ڏسو! هن ڪنواري جي آڙ ۾ڪليسائن تي، گرجائن تي، انهن جي امامن تي، واعظ تي،راهبن تي، اهڙن طريقن تي ڪيترين ڪنوارين قربان ٿينديون آهن. الله نہ ڪري جي ڪنهن غير محرم عورت کي ويجھڙائي جي اها حيثيت ڏني وڃي ها جيڪا ٻاهر ۾ مردن کي حاصل هئي تہ ڪير اندازو ڪري سگهي ٿو تہ پوءِ انسان نما ابليسن لاءِ قرب ۽ ويجھڙائي جو هڪ بهانو ملي وڃي ها پنهنجن براين ۽ خراب حرڪتن کي انجام ڏيڻ لاءِ. جڏهن ڪا اهڙي مثال موجود ناهي،ان هوندي بہ هن وقت بغير مثال جي زندگي گذارڻ وارن ڇا ڇا فتنا نہ ڦهلايا آهن. الله نہ ڪري جي ڪنهن اهڙي اڏڙ آني جو ڪو مثال ملي وڃي ها تہ پوءِ تندور جي هڪڙي سيخ تي ڪيترين ڪڪڙيون ٽنگيون وڃن ها ان جو اندازو بہ نٿو ڪري سگهجي.

مختصرن هن ﷺ عورتن کي زال جو درجو عطا ڪيو ۽ جنهن جي باري ۾ انسان سوچي بہ نہ ٿو سگهي، انهن سان ان حد تائين حقيقي انصاف ۽ برابري جي مثال پيش ڪئي. جنهن جو دماغ عالمي حڪومت، سياست، سان گڏ تعليم ۽ تربيت جون منجهيل ڳنڍين کي سلجهائڻ جي ڪم ۾ان وقت رڌل هو جنهن وقت گهريلو ۽ خانداني مونجهارن کي بہ خوش اخلاقي سان حل ڪري رهيو هو ۽ آساني سان حل ڪري رهيو هو چاهي ان جي مدت ( ظاهر آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ جي نڪاحن جو سلسلو هجرت کان پوءِ شروع ٿيو ۽ ان ۾ بہ خاص طور تي آخري عمر ۾، حساب جي مطابق ٽن کان ساڍن ٽن سالن جو وقت گهرن وارين سان گهارڻ لاءِ مليو ۽ اهو ئي زمانو حضور ﷺ جي جهاد ۽ حج جي سفرن جو آهي. هن ﷺ جو انصاف جي قانون تي شدت سان عمل ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو ٽيهٺ سالن جي پوري زندگي ۾ سراسري طور پنهنجي هر گهر واري سان پاڻ ﷺ جي قيام جي مدت ٽن کان ساڍن ٽن مهينن کان وڌيڪ ناهي جيڪا انهن جي تعليم جي لاءِ ڪافي آهي. جن شڪن ۽ گمانن جي پرچار دشمن ڪندا آهن، انهن جي ترديد لاءِ صرف هي چوندا آهن تہ حضور ﷺ هيترين شاديون ڪيون پر ڪو بہ هي نہ ٻڌائيندو تہ ڪڏهن ڪيون ۽ انهن گهر وارين وٽ قيام جي عرصو ٽيهٺ سالن ۾ ڪيترو رهيو. تفصيل لاءِ منهنجي ڪتاب "ازواع مطهرات" ڏسو) ڪيتري گهٽ چو نہ هجي پر دشمنن ۽ خراب سوچ وارن کي پري کان زندگي اهڙي خوشگوار نظر آئي جو انهن نياڻن پنهنجي اندر سوچن جي ديڳ پچائي. جڻ تہ سچ بچ هن خير ۾ ڪو شر آهي ۽ هن سهنج ۾ ڪواهنج آهي. هڪ گهر واري جي تعلقات جي شيرٽي کي لاڳيتو ڪوڙاڻ سان بدلڻ وارا ڇا اهڙو سوچي سگهن ٿا. ها مگر ان ڳالھ جو اندازو لڳائي سگهن ٿا تہ گهر وارين سان سهٺو سلوڪ انسان جي فطرت جو هڪ معجزو ناهي تہ ٻيو ڇا آهي؟ بيشڪ هڪ هي خانداني تجربو ئي انهن شڪي بيوقوفن لاءِ ڪافي آهي

جيڪي سمجهڻ کان پوءِ مجڻ کان ان لاءِ گهٻرائيندا هئا ته دل ۾ نه پر عقل ۽ دماغ جي ترتيب (نظام) ۾ انهن کي بي ترتيبي جو خطرو پيدا ٿيو. جنهن جي زندگي جو هر شخصي شعبو، گهريلو، خانداني، قومي ۽ سياسي صرف نظم ۽ ضبط آهي ان جي باري ۾ هي وسوسو پاڻ سوچڻ وارن جي عقل جي بي ترتيبي ۽ گهٽتائي ناهي ته ٻيو ڇا آهي؟ رڳو اهو نه پر سچ هي آهي ته زندگي جي هن ٿورڙي حصي جو ڪو هڪ لمحو ۽ ڪا به هڪ ڳالهه نظرن کان لڪل ڪانهي. ڏسي ڇڏين ته دنيا جي عورتن جي لاءِ جيڪي مثال ناهيون ويون، انهن ۾ سڀ جو سڀ وڏي عمر واريون، زندگي جو تجربو رکندڙ، بيوهه عورتون هنيون، جيئن مردن جي لاءِ هڪ جماعت ٺاهي وئي هئي ان ۾ گهٽو ڪري زندگي جي اوپارين ۽ لهوارين جو تجربو رکندڙ مرد هئا. انهن ۾ هڪ هڪ اهڙو هو جيڪو ملڪن تي ڳرو ۽ قومن لاءِ ڏکيو هو.

## حضرت عائشه صديقهؓ جي حيثيت

نندي کان نندي معاملي کي سمجهڻ، ان جي قدرداني ڪرڻ جي سلسلي انتها ان وقت ٿئي ٿي جڏهن هڪ پاسي جي مردن جي مثالن مان هڪ اهڙي مثال آهي جنهن جو دل ۽ دماغ، جنهن جو ظاهر ۽ باطن، هر قسم جي اثرن کان پاڪ آهي، ان ئي صحبت ۾ هن اک کولي، انهن جي ئي هنج ۾ هن هوش سنڀاليو ۽ آخر تائين هو ان ئي حال ۾ رهيو.

پوءِ جيئن مردن کي حضرت علي ڪرم الله وجهه جي صورت ۾ اهڙي مثال ڏني وئي، جيڪو ٻن سالن کان پاڻ سڳورن ﷺ سان گڏ هئا ۽ ان وقت اهو الڳ ٿيو جڏهن ماڻهن هن کي پاڻ سڳورن ﷺ (هجرت وقت ) جي آرام گاهه کان نڪرندي ڏٺو.

ڇا اهو ظلم نه هجي ها جي بي زبان عورتن کي هن بينظير، انڌ تر مثال کان محروم رکيو وڃي ها. اهو ئي سبب آهي ته توهان ڏسو ٿا ته اڌڙوت ۽ وڏي عمر وارين گهروارين جي جماعت ۾ هو هڪ پاڪ، نيڪ سيرت، سچي ڪنواري صاحبهؓ به آهي. جنهن کي پاڻ پنهنجي اثر هيٺ ست سال رکيو ۽ ان کان اڳ جو هنؓ جو دل ۽ دماغ ڪنهن غير نبوي اثر کي غير شعوري طور قبول ڪري، نون سالن جي عمر ۾ پنهنجي رفاقت ۾ آندو. گهٽو ڪري سفر ۽ گهر ۾ گڏ رکيو. پوءِ ڏسو جهڙي طرح مردن جي عجيب ۽ غريب وجود سان دنيا کي اهو سڀ ڪجهه مليو جيڪو ٻين کان نه مليو ته ڇا بلڪل ساڳي نموني هن عجيب ۽ غريب ذهين ۽ هوشيار، ڄاڻ ۽ ڪماليت، پرهيزگاري ۽ عصمت جي سر چشمي مان دنيا کي جيڪا علم جي دولت ملي ان مان صرف عورتون ئي سيراب نه ٿيو بلڪ پوري انسانيت ان مان پرايو.

محدثن کان پڇو! هو ڇا ٿا چون! (تفصيل لاءِ "سيرت عائشه" سيد سليمان ندوي ڏسو)

خير هر قسم جي شڪ ۽ گمانن، وسوسن ۽ وهمن جي اونداهين کي ٿوري ڪان ٿوري اونداهي کي ڦاڙيندو چريندو دعوا جو سج جنهن جي صبح جي روشني حرا جي دامن مان ظاهر ٿي مڪي جي آسمان گرپ (افق) مان ايري ٿيويهن سالن جي عرصي ۾ مديني جي روشن مٿي تي پهچي پنهنجي ڪمال ۽ دبدبي سان ڏسو ڪهڙي شان ۽ آن سان چمڪي رهيو آهي.

سج! دعوا جو هي عجيب ۽ غريب سج جنهن ايرڻ ڪان اڳ روشني هئي ۽ جنهن جي ايرڻ ڪان اڳ به روشني هئي ۽ جنهن سان گڏ به روشني آهي، جنهن جي ٻاهر به روشني آهي، جنهنجي اندر به روشني آهي. هو پاڻ به نور آهي، جنهن ڪان نڪتو اهو به نور آهي "نور علىٰ نور" جو اهو نوراني نظارو جنهن کي دنيا جي اکين جي نور ڪڏهن به نہ ڏٺو هو پر هميشہ ڏسندو رهندو، سيني کي نظر ايندو، سڀ ڏسي رهيا آهن. ظاهر جي، باطن جي، دل جي، دماغ جي تجرباتي نظرن جي شعاعن سان آسماني علم ۽ لاهوتي عرفان جو هي سج ٻهڪي رهيو آهي، چمڪي رهيو آهي پر جي سچ پڇو تہ پڙڪي رهيو آهي، جهلڪي رهيو آهي، چلڪي رهيو آهي.

عرب جو ڪشادو صحرا هن جي لاءِ سوڙهو ٿي پيو، هو وڌڻ چاهي ٿو، طوفان وانگر وڌڻ چاهي ٿو، واچوڙي جيان وڌڻ چاهي ٿو ۽ ڏسو هو وڌي ويو، چڙهي ويو، سڄي دنيا ۾ پکڙجي ويو ۽ اجان تائين ساڳي شان و شوڪت، ناٿ ۽ وڏائي سان ڪائنات جي افق تي چمڪي رهيو آهي جهڙي طرح هو ان وقت چمڪي رهيو هو جڏهن هو عرب ڪان ٻاهر نڪتو هو. حقيقيت ۽ يقين جي تيز ۽ تڏي روشني ۾ هن کي هاڻي وارا اهڙي طرح ڏسي رهيا آهن جهڙي طرح اڳ وارن ان کي ان وقت ڏسي رهيا هئا جنهن وقت هو انهن کي، انهن جي هڪ وڏي گروهه کي، پنهنجي زندگي جي گهري ڪان گهري، هلڪي ڪان هلڪي نڪتہ نگاهہ سان سري عام تجربو ڪري رهيا هئا.

گليلي ڍنڍ ( حضرت عيسىٰ عليہ السلام جنهن ڍنڍ جي ڪناري حوارين کي پهريون خطاب ڪيو) جا ڪجهہ ميربحر يا مگدهہ ديش ( ٻڌ جي تبليغي مرڪز جنهن کي هاڻي بهار چيو وڃي ٿو، پهريان ان جو نالو مگدهہ ديش هو. جن کي هو تبليغ جي لاءِ مريد ڪندو هو، انهن کي ڀڪشو چوندا هئا، هو خيرات گهري پنهنجو پيٽ پاليندو هو) جا فقير ڀڪشو نہ بلڪ هزارين انسان، اهڙا انسان جن تي ان دؤر جون سڀ وڏايون تمام ٿينديون هنيون، انهن ۾ بادشاهہ بہ هئا ۽ دنيا جا سڀ ڪان وڏا بادشاهہ، انهن ۾ ڪماندر بہ هئا ۽ دنيا جا سڀ ڪان وڏا ڪماندر، انهن ۾ ڏاها بہ هئا دنيا جا سڀ ڪان وڏا ڏاها، انهن ۾ دل وارا بہ هئا، سڀ ڪان وڌيڪ روشن ( خلفاء راشدين ۽ اصحابين جي باري ۾ جاڻ رکندڙ چا ان ۾ شڪ ڪري سگهن ٿا) دل وارا، مطلب تہ انسانيت جا جيڪي وڏن ڪان وڏا عهدا سوچي سگهجن ٿا. تجربي ڪارن جي هي جماعت پنهنجي آخري اوچائي تي سڄي دنيا جي اڳيان مضبوطي سان پير جمائي ان ڳالهہ جو ثبوت ڏئي رهي هئي تہ هن وقت دنيا ۾ هن ڪان وڌيڪ ڪو وڏو ڪونهي، ڪٿي بہ ڪونهي.

نبوت ۽ کھڙي نہ حيرت ۾ وجھندڙ نبوت! تجربو! حيران کندڙ تجربو! کھڙو نہ ڪليل تجربو! ڪيترو واضع ۽ صاف تجربو، هر قسم جي غلاظتن ۽ ڪيني کان پاڪ ۽ صاف تجربو، ڪيترن ئي عظيم ڏاهن جو پرڪيل تجربو، ڪيترين نازڪ ذهانتن جو جاچيل تجربو، ڪيترين روشن فطرتن جو ماپيل تجربو، ڪيتريون بي روڪ ۽ بنا هٻڪ طبيعتن جو بي عيب تجربو، ڪيترن توازن وارن اعتدال پسند دماغن جو توريل تجربو، ، ڪجھ جو نہ، ميڙن جا ميڙ، آدم جي نسل جي جٿن جا جٿا، ٽولين پنيان ٽولين جي ماڻھن جو تجربو، ايترن ماڻھن جو تجربو جو دنيا جي ڪنهن مسئلي يا حقيقت جي تجربي جي لاءِ نہ اڄ تائين انسانن جي ايتري وڏي جماعت گڏ ٿي ۽ نہ وري شايد آئنده گڏ ٿيندي.

تجربن ۽ مشاهدن جو هي حيرت ۾ وجھندڙ موڙهي هئي، جنهن جي حفاظت ۽ سنڀال جو فرض ڪنهن خانقاه جي درويشن يا ڪنهن مدرسي جي ماسترن يا ڪنهن اداري جي ميمبرن يا ڪنهن ڪانفرس جي دفترن يا ڪنهن ڏند ڪٿا جي ليکارين، تاريخ نويسن جي آڱرين جي حوالي نہ ڪيو ويو بلڪ سيني ڪي خبر آهي تہ زمين تي ان وقت جي جيڪا سڀ کان وڏي سلطنت هئي، ان پنهنجو پهريون فرض هن جي حفاظت ۽ تبليغ کي مقرر ڪيو ۽ ان جو آخري فرِض بہ اهو ئي هو. وچ ۾ جيڪي بہ مقدمہ هئا اهي فقط هن مقصد کي حاصل ڪرڻ جا ذريعا هئا. دنيا جي وڏي ۾ وڏي سلطنت پنهنجي سڄي توجھ ۽ طاقت کي صرف هن ڪم جي نگراني، نشريات ۽ ڇپائي جي لاءِ خاص ۽ محدود ڪري ڇڏيو.

طاقت جي ان لوهين زنجيرن جي پابندي ۾، حڪومت جي سرپرستي ۾ هن جي تاريخ جي ابتدا ٿي ۽ ڏسو تہ لاڳيتو ساڳي نموني هڪ حڪومت ٻي حڪومت جي تحويل ۾ ڏيندي آئي جيتوڻيڪ زماني جي هن ڊگهي ۽ وڏي مدت ۾ زمين جي مختلف علائقن ۾ انهن سلطنتن جي ٻين مقصدن ۾ چاهي ڪيترا بہ اختلاف ڇو نہ رهيا هجن پر هن آسماني حوالگي ان "صاف تجربن" انهن ڏنل مشاهدن تي غور ۽ سرپرستي، تبليغ ۽ حفاظت ۾ سڀ جا خيال ۽ ارادا هڪ هئا بلڪ هر حڪومت جي اها ڪوشش هئي تہ سعادت جي هن سلسلي ۾ جيترو وڌ کان وڌ حصو هن کي ملي سگهي اهو بهتر آهي ۽ ان کي حاصل ڪرڻ ۾ ڪا بہ ڪوتاهي نہ ڪندا هئا. ان جي لاءِ مدرسا کوليا ۽ خانقاهن جو ڄار وڇايو ويو، جماعتون جوڙيون ويون، حلقا قائم ڪيا ويا، لکڻ ۽ ڇاپڻ جا در کوليا ويا ۽ وڏن وڏن عظيم پيمانن تي کوليا ويا جو شايد دنيا جي ڪنهن هڪ فن، هڪ علم جي باري ۾ڪڏهن اهڙا وڏا وڏا شاندار مدرسا نہ کوليا ويا آهن، تصنيفي ڪوششن جو اهڙو عظيم حصو انساني تاريخ ۾ ڪنهن هڪ علم ۽ فن کي نہ مليو آهي جيترو هن عجيب ۽ غريب نبوت جي تجربن ۽ مشاهدن کي مليو ۽ ايئن لاڳيتو بنا ڪنهن روڪ ۽ وقفي جي هڪ صدي کان ٻي صدي تائين، هڪ نسل کان ٻي نسل تائين، نبوت جو هي لازوال، ابدي، سرمدي، قيمتي خزانو منتقل ٿيندو رهيو ۽ اڄان تائين ٿيندو رهي ٿو، ٿيندو رهندو. صرف اهو نہ بلڪ هر نئين نسل ۾

هن نبوت جي تجربي جي گواهي ڏيڻ وارن ۾ اضافو ٿيندو رهيو آهي ۽ ڪهڙو نه عجيب واڌارو آهي! هڪ ۽ ٻه جي نسبت سان نه ، ٽن چئن جي نسبت سان به نه، ٻيڻ ۽ ٽيڻ جي حد تائين به نه بلڪ بغير ڪنهن وڌا جي لکن جي نسبت سان هي اضافو وڌندو رهيو آهي ۽ وڌي رهيو آهي ۽ وڌندو رهي ٿو. ٿي سگهي ٿو سڄي نسل هن جي گواهه ٿي وڃي.

هن ترتيبي واڌاري جي نسبت سان گڏ سلطنتن جي رعب و تاب، شان و شوڪت، بادشاهن جي شاهي ۽ سخت نگهباني، عالمن جي سخت ترين ۽ ماهراڻي نگراني، فقيرن ۽ صوفين (تفصيل لاءِ ڏسو منهنجا ڪتاب "اسلام اور سلاطين اسلام" "اسلام ۽ اسلام جا عالم" "اسلام ۽ اسلام جا فقير") جي باوقار عظيم سنڀال ۽ مسلمانن جي فطري سچائي، قدرتي ذهانت جي گهيري ۾ صدين ۽ سالن جو هي ڪيل ذڪر، بي خوف ۽ بغير ڪنهن وضاحت جي چئي سگهجي ٿو ۽ چوڻ گهرجي، ان کان علاوه جيڪو ڪجهه چيو ويندو اهو ڪوڙ هوندو ته هڪ لمحي، هڪ پل جي گهٽ ترين حصي جي ڪٽوتي کان بغير بلڪل ساڳي شان ۽ شوڪت، ساڳي خوبصورتي سان گڏ امت جي انهن انسانن کي ملندو رهيو آهي. هاڻي تائين ملي رهيو آهي جن جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته هو پنهنجي رسول جي صحبت حاصل ڪري نه سگهيا آهن پر انهن کان انهن جو رسول ﷺ هڪ سيڪنڊ لاءِ به جدا ناهي ٿيو ۽ نه وري هو پنهنجي رسول ﷺ کان پري ٿيا آهن، سعادت ۽ صحبت سان پريل ويجهڙائي چئي سگهجي ٿي ۽ انهن کي چوڻ جو حق آهي ته هو پنهنجي نمازن ۾ اهو ئي پڙهن ٿا جيڪو انهن جو رسول ﷺ پڙهندو هو. هو هن طريقي سان ٻيهندو آهي جهڙي طرح رسول الله ﷺ ٻيهندو هو، اهڙي طرح جهڪندا آهيون جهڙي طرح هو جهڪندو هو، اهڙي طرح پيشاني کي زمين تي رکندا آهيون جهڙي طرح هو پيشاني رکندو هو، ته قسم آهي ان ذات جي جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي ته جن کي هي صحبت جي سعادت نصيب ناهي ٿي، هر ڏهن سالن، هر صدي بلڪ هن وقت به جتي به آهن قسم کڻي چئي سگهن ٿا ته هو به اهو ئي پڙهندا آهن جيڪي رسول ﷺ پڙهندو هو؟ نماز ۾ ساڳي نموني ٻيهندا آهن جهڙي طرح رسول ﷺ ٻيهندو هو؟ ساڳي نموني جهڪندا آهن جهڙي طرح هو جهڪندو هو؟ اهڙي طرح پيشاني رکندا آهن جهڙي طرح هو رکندو هو؟ سيني (پيغمبرن) خدا جي باري ۾ ٻڌايو پر اهڙو ڪو به نه هو جنهن بندگي جي اهڙي تصوير پيش ڪئي هجي.

نيڪ ساڳي وانگر جهڙو هو ﷺ. هو هڪ جهڙو ڪيو ويو، ڪيو پيو وڃي ۽ ان پڪي ارادي سان ڪيو پيو وڃي ته هن اهي واقعا بلڪل به پيش نه آيا هئا جيڪي هن کان اڳ وارن (پيغمبرن) سان پيش آيا هئا. ها! جهڙي طرح اڳين جون ڪتابون ڦريون ويون انهن کي انهن جي رسولن ۽ اوتارن کان جدا ڪيو ويو. ڇا ڪوئي ڏيکاري سگهي ٿو ته انهن سان به سال بن لاءِ نه، ڏينهن بن لاءِ، ڪلاڪ بن لاءِ لمحي بن لاءِ ڪڏهن (لا فَطَلَهُ اللهُ) اهڙو واقعو پيش آيو ۽ جنهن دنيا جي ڪنهن به

ڪنڊ ۾ اهڙو اردو ڪيو ، ڇا لاڳيتو نہ ڏنو ويو تہ جنهن ڦرڻ چاهيو ، اهو ئي ڦرجي ويو.( علامہ اقبال رحمة الله تمام بهترين فرمايو آهي)

ہے عیاں فتـــنہ تاتار کے افســـانے سے
پاسباں مل گئے کعبے کو صنم خانے سے

جنهن الڳ ڪرڻ جو ارادو ڪيو اهو الڳ ڪيو ويو، اهو ئي ٿيندو رهيو آهي ۽ اهو ئي ٿيندو رهندو. جنهن تي هي ڪرندا اهي بہ پڇي پوندو. جيڪو هنن تي ڪرندو اهو بہ پورا پورا تي ويندو. قاتل پنن تي نہ پر تاريخ جي لاڳيتن ڪليل پنن تي اهو لڪيل آهي ۽ اهو ئي لکيو ويندو.

خير! هي سلسلو ائين ئي جاري رهيو آخر ڪار تاريخ جي هن رنگ برنگي عجيب دؤر ۾ انساني نسل داخل ٿي وئي، جنهن ۾ هر پري وارو ويجهو، هر ڏور قريب بلڪ هر غائب حاضر ٿيو. وچ وارا ويڇا ختم ٿي ويا ۽ اها دنيا جيڪا الڳ الڳ دنيا سجمهي ويندي هئي هڪ دنيا بلڪ جي چئو تہ چئي سگهو ٿا تہ هڪ شهر ٿي وئي. وقتي فاصلا گهٽ جي ويا بلڪ شايد زماني جي ٽن قسمن ۽ ٽن حصن مان هڪ حصو ماضي جو ذري گهٽ ذڪر جي قابل ناهي رهيو. هاڻي جيڪو گذرندو آهي هاڻي نٿو گذري ۽ جيڪو لڪندو آهي اهو حاضر ٿيندو آهي صرف اهو نہ جنهن ڪي دنيا ۾ ڪا اهميت ۽ مرتبو حاصل نہ آهي بلڪ دنيا جي حقير ۾ حقير پيداوار جيڪا ڪڏهن پيدا ٿيندي ئي ختم ٿي ويندي هئي اها بہ هاڻي پائيدار ٿي وئي، قدرت پنهنجن لڪل طاقتن جو خزانو، بجلي تارن سان، بغير تارن جي بجلي، فون وغيره جي شڪلن ۾ سخاوت سان سين لاءِ عام ڪري ڇڏيو. ڪير ڳڻي سگهي ٿو انهن ذريعن ۽ سامانن ڪي جنهنجي ڪري دنيا جا حادثا، واقعا، لکٽيون، تقريرون محفوظ ٿي رهيون آهن. بزم ۽ بازار ۾ اڄ ڪلھ هي شيون عام ٿي ويون آهن ۽ هر امير ۽ غريب ڪي ميسر آهن. اڄ ڪو " امانت جي اندر سيا" ۽ شرر جي ناول ڪي ختم نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ ڪنهن ڪي هي وهم ٿي سگهي ٿو تہ تجربن جي هن ذخيرن ڪي هاڻي ڪو سانحو ختم ڪري سگهي ٿو؟ انهن ساز و سامان ڪانپوءِ ڪهڙي نہ عجيب ڳالھ آهي جي چيو وڃي تہ رسول ﷺ عرب ۾ پيدا ٿيو. هو عرب ۾ پيدا ٿيو ۽ جنهن جي ولادت ڇهين صدي ۾ ٿي بلڪل ڇهين صدي ۾ ٿي. ان زماني جي غائب ڪي حاضر ۽ ڏور ڪي ويجهو سمجهيو ويندو آهي. ڪهڙو سبب ٿي سگهي ٿو جو پوءِ اهي سڀ غائبن ۾ جيڪو سڀ ڪان وڌيڪ حاضر ۽ اهڙو حاضر جو ڪنهن وڏاءُ جي بغير چئي سگهجي ٿو تہ حضور ﷺ اسان جي سامهون ڪونهي پر انهن سيني ويجهن مان سڀ ڪان ويجهو آهي ۽ ايترو ويجهو آهي جو اسان پاڻ ڪي بہ ايترا ويجها نہ آهيون.

آخر اسان آهيون ڪير، جن جي دماغن ۾ هن جي پيدائش، بالڪپڻ، جواني،اڌڙوت عمري، اڪيلائي ۽ ساٿ جا سڀ واقعا ۽ انهن واقعن جي سيني رخن جا نقش اهڙي طرح چٽا چٽيل آهن

جھڙي طرح تفصيل سان دنيا هن ﷺ جي باري ۾ ڄاڻي ٿي. جيڪو اڄ کان صديون پهريان عرب ۾ ظاهر ٿيو پر هن جي ظهور جي ضرورت هر ايندڙ صدي ۾ گذريل صدي کان وڌيڪ محسوس ڪئي وئي، ڪئي وڃي ٿي ۽ انشاء الله هميشه ائين وڌندڙ ڪيفيت سان محسوس ڪئي ويندي ڇاڪاڻ تہ قدرت جيڪي هاڻي ذريعا پيدا ڪيا آهن انهن جو هي لازمي نتيجو آهي.

# ختم نبوت

شايد هن مبارڪ هستي جي هن نہ ختم ٿيندڙ ارتقائي سلسلي جو نتيجو آهي جو هن ڪانپوءِ نبوت جو دروازو هميشه لاءِ بند ڪيو ويو، هاڻي هن دعوا جو هر مدعي اجايو ۽ زمين جي پٺي تي اجايو بار سمجهو ويندو. ڇهين صدي ڪانپوءِ زماني جي هر صدي ۾ هي اجايو بار سمجهيو ويو ۽ دنيا جي هر علائقي ۾ بار سمجهيو ويو. جن نياڳن جي دل ۾ ڪڏهن هن عهدي جي ڪوڙي ڪا اُڪير ابري ٿي يا اُڪرائي وڃي ٿي.

توهان پاڻ ڏسو! انساني اصولن جي خلاف ڪهڙين بدسلوڪين سان گڏ آخري وقت تائين هن کي ڏڏريندا ۽ ڇڙٻيندا رهن ٿا. اٿڻ لاءِ تہ هي اٿي بيهن ٿا پر ڪجھ غلط حڪمت عملين ڪانپوءِ هنن کي پاڻ ئي محسوس ٿي ويندو آهي تہ هنن جي لاءِ دنيا ۾ ڪو ڪم ڪونهي، انسانن جي آبادين ۾ هنن جي لاءِ ڪا جاءِ ڪانهي، بازاري بروزگارن وانگر آخر ڪار مونجهارن سان گڏ گھٽي گھٽي گھمندي هزارن حسرتن ۽ ناڪامين سان نياڳ جي ڪڏن ۾ هيمشه لاءِ دفن ٿي ويا. تاريخ ان جي گواه آهي تہ شهوانيت جي شوق کان بي چين ٿي ٿي جي ڪو نبوت جو نالو وٺي جي ڪو اٿيو بہ سهي تہ قدرت جي هٿن سڙيل گاهہ جي رک جيان ان کي ان جاءِ تي ئي ويهاريو ڇڏيو. چوڏهن سئو سالن جو تجربي مشاهدو آهي (تفصيل لاءِ ڏسو ڪتاب "ائمه تلبيس" رفيق دلاوري) جيتوڻيڪ ان کان اڳ تاريخ جو ڪو دؤر اهڙو نہ گذريو آهي جنهن ۾ ڪو نبي نہ آيو هجي يا ان جي ضرورت نہ پيدا ٿي هجي.

حالانڪ ظاهري، صاف، ڳجهن لفظن ۾ هر هر ان جو اعلان بہ ڪيو ويو هو ۽ نبوت ۽ رسالت جي سلسلي ۾ هي پهريون اعلان هو تہ هاڻي آسمان وارن جو پيغام ڪڏهن زمين وارن وٽ ڪو بہ نہ ايندو. اهوئي سبب آهي جو ختم نبوت جي هن خطرناڪ مهر سان جيڪو بہ ٽڪرائيندو آهي، اهو پاش پاش ٿي ويندو آهي ۽ قدرت جي هن ٽڪري سان سان ٽڪر هڻڻ جو اهوئي نتيجو نڪرندو.

خير جي هي اعلان نہ بہ ٿئي ها تڏهن بہ آخر دنيا ڇا ڪري ها! اچڻ وارا تہ هميشه ان وقت ايندا آهن، ان ۾ ايندا آهن، جڏهن وڃڻ وارا وڃي چڪا هوندا آهن، پر اهو اچڻ وارو جيڪو شان سان آيو جو وڃڻ بدران هو اڳتي وڌندو رهيو، وڌندو رهي ٿو، پوءِ ان جي ضرورت ئي ناهي تہ ڪو ان جي جاءِ تي بيهو اچي.

جهڙي طرح هو موڪليو ويو، جن گڏن ۽ هنرن سان موڪليو ويو. ان ئي شان ۽ ان ئي شوڪت سان چنڊ جيان چمڪندين ۽ سج جيان ٻهڪندين اسان جي وچ ۾ اهڙي طرح موجود آهي، هر جاءِ تي موجود آهي، هرخطي ۾ موجود آهي، ان جو وجود اولھ ۾ بہ اهڙي طرح پڌرو آهي جيئن اوڀر ۾ هو شان و شوڪت سان چمڪي رهيو آهي. بادشاهن جي محلن ۽ غريبن جي اونداهين دلين کي روشني ڏئي رهيو آهي ۽ لاڳيتو ڏئي رهيو آهي. هو سيني جي لاءِ برابر آهي، سڀن لاءِ هڪجهڙو آهي. هو وايومنڊل ۾ هوا وانگر آهي جنهن ۾ سڀ ساهہ کڻن ٿا ۽ هو ڪائنات جو نور آهي جنهن ۾ سڀ هلن ٿا، پلن ٿا، وڌن ٿا، ويجهن ٿا. بيشڪ هن ﷺ جي جيتري ضرورت ڇهين صدي جي ماڻهن کي هئي اجان تائين باقي آهي، پوءِ جيستائين اڄ آهي پاڻي پيو چلڪندو ۽ جيستائين بک آهي کاڌو گهٽ نہ ٿيندو. آخر ان وقت ڇا هو جيڪو اڄ ڪونهي. اهو سچ آهي تہ ان زماني ۾ دنيا پنهنجي خالق کان جدا ٿي مخلوق جي اندر گم ٿي وئي هئي پر ڇا آدم جي اولاد تباهي جي هن کُنُ مان ٻاهر نڪتي آهي؟

بيشڪ جن کي هن جي برڪت ملي، انهن مان گهڻن جا جيڪي منڪر يا منافق نہ آهن انهن جا ٻيڙا انشاء الله پار ٿي ويا آهن، پر ڪير چئي سگهي ٿو تہ ٻيڙا پار ٿي ويا آهن؟ ٻُڏڪي رهيا آهن، هندوستان جي ئي ڌرتي زمين تي ٻُڏڪي رهيا آهن انهن جو تعداد سئو ۽ هزار نہ پر ڪروڙن ۾ آهي ۽ هي صرف هندستان جو حال آهي، هن ملڪ کان ٻاهر ڇا ڪم پورو ٿي ويو آهي؟

آباد ٻيٽن جي هن جهنگ ۾ جٿان سج (جاپان جي معنى"مطلع الشمس" "سج ابرڻ جي جاءِ" آهي جيڪو لفظ توبن جو ترجمو آهي. ان طرف اشارو آهي) ابري ٿو ۽ اوپر جو هي ڳتيل علائقو جتي انسانن جي سڀ کان وڏي آبادي آهي، ڇا جاپان ۽ چين جي انهن انسان جو پنهنجي ملڪ سان ناهہ ٿي ويو آهي؟ بيشڪ هڪ جماعت اتي بہ اهڙي پيدا ٿي چڪي آهي جنهن انسان جي بندگي جو ڳٽ ڳاتي مان لاهي اچلي حقيقي ۽ سچي زندگي حاصل ڪئي آهي، پر ڪنهن کي خبر ناهي تہ انهن ملڪن جي اڪثريت بہ پنهنجي مالڪ کان رنل آهي. جهڙي طرح انهن جا وڏڙا رنل هئا.

غريب اوڀر تہ ڏڌن جو ڏيهہ آهي پر جن جي ترقي جا دهل زور زور سان وڄايا پيا وڃن، ڇا يورپ جي انهن رهاڪوئن جي سمجهہ سڌي ٿي چڪي آهي. پيءُ ۽ پٽ جي پراڻن قصن کي تہ ڇڏيو پر جن خلقتن جي ايجاد ۽ تخليق جي انهن کي توفيق ڏني وئي. بجاءِ توفيق ڏيڻ واري جي هو پنهنجي هٿن سان ناهيل تخليق کي پنهنجي دلين ۾ ويهاري نہ وينا آهن؟ پڪ سان انهن جا دل انهن جي نئين مخلوقن جي وڏي عظمت سان پريل آهن جهڙي طرح انهن جي وڏن جا دل پراڻي مخلوق جي احترام ۾ رڌل هئا.

اڳين جي عقل کي سج جي شعاعن، باهہ جي مچن عجب ۾ وڌو هو، تہ ڇا پوين جي سينن کي بجلي جي طاقت، ٻاڦ جي قوت، پيٽرول جي توانائي چُنجهائي نہ ڇڏيو آهي. وڏن جي ڪارنامن،

سورمائن جي ارادن جي انهن پهلوانن کي بزرگن جي جي گهڙيل پٿر جي مورتين اڳيان جهڪايو هو ته پوين کي اڳواڻن، سردارن ۽ قائدن جي ڪمن انهن جي پتلن ۽ فوٽون سان انهن جي قومي عزت ۽ يلائي سان ڳنڍي ناهي ڇڏيو.

پُراڻ جي ديوتائن جي ڳڻپ کي ڀڏي توهان ٿهڪ ڏيو ٿا،ڪلو ٿا، جڏهن ٻڌايو وڃي ٿو ته بي عقل هندوستان خالق کان الڳ ٿي چاليھ ڪروڙ ديوتائن ۽ معبودن سان ويڙهيل هو پر ڪو هجي ها، جيڪو انهن نئون ديوتائن جي فهرست ناهي، جن سان گڏ روشن دماغ ۽ سياڻا يورپ جي روح ساڳي طرح خالق کان الڳ ٿي ويڙهجي وئي آهي. آخر ٻڌايو وڃي هن نئين ۽ پراڻي طبقي ۾ ڪهڙو فرق آهي، خالق کان هي به پري هو به پري، مخلوق جي وزن هيٺ هي به پور پور هو به پور پور. جي ڪجھ فرق آهي ته صرف ايترو آهي ته پراڻن جا معبود پراڻا ۽ نئون جا معبود نئوان آهن. پراڻن کي پراڻن معبودن ۾ عجيب و غريب ۽ نئوان فائدا نظر ايندا هئا ۽ نئون کي نئين مخلوق ۾ عجيب و غريب ۽ نئوان فائدا نظر آيا، نظر اچي رهيا آهن. صورت، احترام ۽ ادب جي خارجي سانچن جي خاصتين کي هڪ پاسي رکجي ته پوءِ ماپي سگهجي ٿو. جيڪڏهن دلي احساس ۽ ذهني ڪيفيتن جي پيمائش جو ڪو اوزار هجي ها ته پراڻن جي دلين ۾ پراڻن معبودن جي باري جيڪي ڪجھ هو نئون جي دلين ۾ نئون معبودن جي باري ۾ به اهو ساڳيو ڪجھ آهي پر شايد ان کان به وڌيڪ نڪري.

پراڻا به اڪيلي خدا جي نالي تي ڪاوڙ جي پوندا هئا. نئون جي سامهون وڃي خدا کي اڪيلو ڪريو بلڪ انهن جي معبودن سان گڏ ڪري به نالو ونو ته پوءِ ڏسو انهن جي نرڙ جي ڪل ۾ ڪيئن تا گهنج پون تا ۽ گگن جا ڪيترا تولا اڏري اڏري ويچاري نالي ونن واري جي منهن کي ڏئارن تا. لکڻين ۾، تقريرن ۾، ذڪرن ۾، چا نئون جو هي ٿولو پنهنجي معبودن جي نالي ونڻ کانسواءِ گذري سگهي ٿو. بجلي جو، ناڦ جو، تار جو، ريل جو، سيارن جو، جهازن جو، ڪارخانن جو،صنعتن جو، بينڪن جو، دولت جو، ان جي مختلف صورتون مثلن ويمو، ڊوڙ ۽ خدا کي خبر آهي ڪهڙن ڪهڙن خدائن جا نالا جنهن شوق سان، جنهن سرهائي ۽ سڪ سان ونن تا ڏکيو آهي جو خالق کي پوجڻ وارا اهڙي سڪ ۽ سرهائي سان بِسۡمِ الله اَلۡحَمۡدُ لِلّٰه، سُبۡحَانَ الله، لَا اِلَه اِلَّه الله جو ذڪر ڪيو هجي، هي تعريف (حمد) ڪندا آهن ته به انهن خدائن جي، نعت به انهن جي لکندا آهن. پوءِ مان چا غلط سمجهيو ته ”جيڪي پراڻا هئا اهي ئي نئوان آهن“. ڪجھ مخلوقن جي اڳيان اهي به پلٽيون هڻي وينا هئا ۽ بلڪل ساڳي طرح فطرت جي ڪجھ عزتن ۽ قاعدن جي هيٺ هي به راڳي جي راڳ تي نرت ۾ رڌل آهن. هو انهن جا پڃن ڳائن تا هي هنن جا احسان مڃن تا.

أَتَوَاصَوْا بِهِ ۚ بَلْ هُمْ قَوْمٌ طَاغُونَ (الذاريات 53)

ڇا هي هڪ ٻئي کي هن ڳالھ جي وصيت ڪندا ويا آهن نه بلڪ هي سڀ باغي آهن

توهان چئو ته اڳ وارن انسانيت کي ذليل ڪيو، جيڪو سيني کان وڏو هو اهو سيني کان گھٽ اسفل سافلين جي درجي تي پهچي ويو.

بيشڪ ايئن ئي ٿيو آهي، اهو ٺيڪ به ڪپي چو جو خالق هڪ آهي ۽ مخلوق بي انت آهي، پوءِ جنهن هڪ کي ڇڏيو، ان کي هر هڪ سان جڙڻو پوندو. جيڪو هڪ کان نه ڊڄندو ان کي هر هڪ کان ڊڄڻو پوندو. جيڪو جهڪڻ لاءِ آهي، ان کي جهڪڻو پوندو، جيڪڏهن هڪ جي اڳيان جهڪيو ته سڀ هن جي اڳيان جهڪندا ۽ جنهن هڪ جي سامهون سر نمائڻ کان انڪار ڪيو، ڏسو! هو هر هڪ جي اڳيان سر جهڪائڻ تي مجبور آهي. ملائڪن جي اڳيان، جن جي اڳيان، انسان جي اڳيان، حيوانات جي اڳيان، نباتات جي اڳيان، جمادات جي اڳيان ۽ مان چا ڏيکاريان جيڪو نظر نٿو اچي (تفصيل لاءِ ڏسو منهنجي ڪتاب "الطواغيب و الاوثان") ان جي اڳيان.

هي اهو عذاب آهي جيڪو آخرت کان اڳ انهن کي دنيا ۾ چکڻو پيو، چکي رهيان آهن پنهنجي مرضي سان چکي رهيا آهن.

پر چا انسانيت جي هي توهين صرف اڳين ڪئي هئي، پراڻن خالق جي معبود هجڻ جو انڪار ڪيو، بيشڪ ان جي بدلي ۾ انهن کي باندرن کي سجدا ڪرڻا پيا پر جن ماڻهن پاڻ کي خدا جي مخلوق مجڻ کان انڪار ڪيو. اڄ هو پاڻ کي باندر جي اولاد مان ٺيڻ جو چو اقرار ڪري رهيا آهن. جنهن بندر کي معبود ڪيو ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هن انسانيت کي رسوا ڪيو پر جنهن خدا جي مخلوق ٿيڻ کان انڪار ڪري باندر جي نسل هجڻ تي پاڻ کي خوش قسمت سمجهيو ۽ وڏائي ڪئي، ڪتاب لکيا، دليلون ڏنيون، ڏئي رهيا آهن، چا انسانيت جي خواري ۾ هنن ڪا ڪسر ڇڏي آهي ۽ سچ هي آهي ته هر شيءِ جي قيمت لڳائيندين هو يڪدم رڙيون ڪندا آهن ته انسانيت جي ڪا قيمت ئي ڪانهي. سڀ انسان جي لاءِ آهن پر انسان ڪنهن جي لاءِ ڪونهي. چا ڪنهن به مقصد جي لاءِ ناهي؟ چا هن انسانيت کي انهن بدبوئن ۽ غلاظتن کان به بدتر ڪري ناهي ڇڏيو؟ جن سان انسانن جا ڪيترائي مفاد ڳنڍيل آهن، جڏهن انهن چيو ته انسان پنهنجي خدا ۽ خالق جي لاءِ ناهي ته چا ان کان پوءِ هو هي ثابت ڪري سگهن ٿا ته انسان ڪنهن جي لاءِ آهي به يا نه؟ پاڻي تي ڪو فرق ڪو نه پوندو انسان جي هجڻ يا نه هجڻ جو، ، هوا چو بيهندي جي انسان نه هوندو. سج کي ڪهڙو ٽِڪو لڳندو جي انسان نه هوندو، ايتري تائين جو رستي جي ڪنهن ننڍڙي پٿر ۽ جهنگ جي ڪنهن ڪک تي به ڪو فرق نه پوندو، جي ڪو به نه هجي؟ چاهي تنهنجا وڏا نه هجن چاهي ننڍا، چاهي ڪو به نه هجي، بيشڪ سڀ هن جي لاءِ آهن. مخلوقن جي هن ڊگهي ۽ وڏي سلسلي ۾ صرف انسان ئي ڪنهنجي لاءِ ناهي. هاڻي جي هو خالق جي لاءِ به ناهي ته پوءِ هن کان وڌيڪ بي فائدو ۽ بي مطلب، فضول ۽ بي معني، بيهودو وجود ٻيو ڪنهنجو ٿي سگهي ٿو؟

هن خواري کان وڏيڪ ٻي ڪهڙي خواري ٿي سگهي ٿي، هن بيعزتي کان وڏيڪ ٻي ڪهڙي بيعزتي ٿي سگهي ٿي؟

عرب جي جهالت ڇا پيدا ڪيو جيڪو اڄ جي علم ناهي پيدا ڪيو ، جاهل شراب پيئندا هئا، مردار کائيندا آهن، زنا ڪندا هئا، سود خور هئا، جواري هئا، هڪ جو رت ٻيو پيئندو هو.

جائداد ۾ ٻک جي خوف کان ڇوڪرن ۾ ڇوڪرين کي زنده دفن ڪري ڇڏيندا هئا، پر هي کهاڻي ڪنهن جي ٻڌائجي رهي آهي، ڇا عرب جاهلن جي يا يورپ جي عالمن جي، هتي ڇا ٿا ڏيکاريو جيڪو هتي اسان پنهنجي اکين سان نه ڏسي رهيا آهيون. عرب کان ٻاهر ايران ۾ هڪ طرف مزدڪ، زر، زمين، زن کي سڀن کان ڦري سڀن کي ڏئي رهيو هو ۽ ٻئي پاسي ماني ۽ ان جا شاگرد هٿن ۾ پاڪيون کڻي گهمي رهيا هئا ته جنهن رستن کان هي خرابيون آيون آهن، انهن کي هميشه لاءِ ختم (چيو وڃي ٿو ته ايران جو فرقو مانوي ته پيدائش جي جڙ کي ختم ڪرڻ جا واعظ ڪندو هو ۽ ان جو خيال هو ته اها شيءِ دنيا ۾ سڀ فتنن جي جڙ آهي. جي خرابين کي روڪڻ چاهيو ٿا ته پوءِ انسان جي پيدائش کي بند ڪيو) ڪيو وڃي. هو انسانن کي انسانن ۾ اچڻ کان روڪيندا هئا. اهو انهن جو فلسفو هو، پر هي ته ايران ۾ ٿي رهيو، اڄ يورپ جي هڪ حصي ۾ وري اهو ئي مزدڪ زنده ٿي ڪميونسٽ جي نالي سان ڇا اهو سڀ ڪجهه نه ڪري رهيا آهن جيڪو هن ڪيو هو ۽ ٻئي پاسي جم روڪ جي نالي تي انسانن کي انسانن جي معاشري ۾ گڏ ٿيڻ کان روڪيو پيو وڃي.

هڪ رستن کي ختم ڪري ٿو ۽ ٻيو انهن کي بند ڪري ٿو ان کانسواءِ ٻيو ڪهڙو فرق آهي انهن ۾.

اها صحيح ڳالهه آهي ته هندوستان ۾ ٻڌ مذهب جي فلسفي نفس ڪشي تمام خراب صورتون اختيار ڪيون، سوٿاڙي (سوٿا هٽڻ وارا) پيدا ڪيا، مائنگ وديا ( ديا آنند ”ستيارٿ پرڪاش“ ۾ لکيو آهي تي هن فرقي جو عقيدو هي هو ته سڀ کان وڏي نيڪي مان سان زنا ڪرڻ آهي) ۽ سوٿاڙي تائين هوندا هئا. اگهوري ٿيڻ آتما جي وڏي پاڪائي آهي پر اڄ گندگين ۾ صفائي جا دعويدار ٿي جيڪي ليٽڙيل آهن، اگهورين کي به الٽي ايندي جي انهن جو حال ٻڌايو وڃي. بيحيائي ۽ اگهاڙائي جنسي لذتن کي جنهن حد تائين بع جان ڪيو آهي، ان ۾ جان وجهڻ لاءِ اولهه جو اگهوري جيڪو ڪري رهيو آهي، حقيقت ۾ ان جي سامهون اوپر جو اگهوري ڦڪو (شرمندو) آهي. مطلب ته جيڪو ڪجهه ان وقت هو، جيترو سوچيندؤ تقريبن ڪنهن نه ڪنهن شڪل ۾ هن وقت به ان کي ڏسندؤ ( تفصيل لاءِ ڏسو منهنجو ليڪ ”جاهليت اولىٰ جي جاهليت اُخرىٰ سان پيٽ“). بس پوءِ اچڻ وارو ڪيئن وڃي سگهي ٿو جيستائين اهو سڀ ڪجهه ختم نه ٿئي جنهن لاءِ هو آيو هو، بلڪ ان جي ضرورت ته هن کان پوءِ به رهندي ڇو ته دنيا ته هر وقت برباديءَ ڏانهن وڌي رهي آهي پر ڇا اڏاوت بغير اڏڻ واري جي ممڪن آهي؟ ۽ اهو ئي منهنجو مقصد هو جڏهن مون هي چوندي سڀ کان پهريان چيو هو ته اهو ئي آهي جيڪو اچڻ

وارو آهي جيڪو اچڻ لاءِ آيو آهي پوءِ جهڙي طرح اڄ هو اسان جي وچ ۾ موجود آهي ۽ هن جي ضرورت بہ موجود آهي. انهن سيني شين کي ڏسي هاڻي ڪو شڪ ڪري نٿوسگهي تہ اچڻ ڪان پوءِ هو هليو ويو ۽ جيستائين هن ضرورت جي آهي هو نہ ويندو، هو، رهندو، ابد تائين رهندو ۽ ان جو مقدر ئي اهو آهي.

آللّهمّ صّلَيَ وٌسِلمَّ وٌبٌاَرکْ على سِيَدِنآ مُحَمَّدٍ عَبدِكَ ورَسُولكَ النَبِيّ عَلى آلِهِ وأَزْوَاجهِ أمهات المؤمنينَ وعَلى ذُريتهِ وعَلى ٱلْمُؤْمِنِينَ وَٱلْمُؤْمِنَٰتِ وَ ٱلْمُسْلِمِينَ وَٱلْمُسْلِمُٰتِ كما بَاركتَ على سِيَدِنآ إبراهيم وعَلى آلِ سِيَدِنآ إبراهيمَ في العَالمينَ إنك حَمِيدٌ مَجِيدٌ

بس اي منهنجا پائرو!

وَجَاهِدُوا فِي اللَّهِ حَقَّ جِهَادِهِ هُوَ اجْتَبَاكُمْ وَمَا جَعَلَ عَلَيْكُمْ فِي الدِّينِ مِنْ حَرَجٍ مِلَّةَ أَبِيكُمْ إِبْرَاهِيمَ هُوَ سَمَّاكُمُ الْمُسْلِمِينَ مِنْ قَبْلُ وَفِي هَذَا لِيَكُونَ الرَّسُولُ شَهِيدًا عَلَيْكُمْ وَتَكُونُوا شُهَدَاءَ عَلَى النَّاسِ فَأَقِيمُوا الصَّلَاةَ وَآتُوا الزَّكَاةَ وَاعْتَصِمُوا بِاللَّهِ هُوَ مَوْلَاكُمْ فَنِعْمَ الْمَوْلَى وَنِعْمَ النَّصِيرُ (سورت الحج آيت 78)

ڪوشش ڪريو الله ڏانهن سڌڻ جي ڪوشش جو پورو حق ادا ڪندين ان ئي (اي اسلامي امت) توهان کي چونڊيو آهي ۽ توهان تي دين جي باري ۾ ڪا سختي نہ ڪئي آهي. توهان جي اَبي ابراهيم جو دين آهي. ان ئي توهان جو نالو مسلمان رکيو. اڳ ۾ بہ ۽ هن ۾ بہ (ڪوشش ڪرڻ جو نتيجو اهو هوندو تہ) رسول ﷺ توهان جو نگران هوندو ۽ توهان دنيا جا نگران هوندؤ. پوءِ توهان نماز قائم ڪيو، زڪوات ڏيو ۽ مضبوطي سان الله کي پڪڙيو اهو ئي توهان جو آقا آهي وري آقا آهي، ڪيترو نہ پلو مددگار آهي.

جيستائين وجڻ لاءِ اچڻ وارا ايندا رهيا، شخصيتون چونڊيون ويندون هيون، پر جڏهن هو آيو جيڪو اچڻ لاءِ ئي آهيو ان جي صدقي ۾ ان سان ڪو ماڻهو نہ بلڪ امت (نبي جي پيغام ۽ زندگي جي هوندين جي وڌ ۾ وڌ جنهن شيءَ جي ضرورت آهي تہ صرف اها جي ماڻهون عقيدي ۽ عمل ڪان هٽي وجن تہ پوءِ ڪو انهن کي وري ڪتاب ۽ سنت ڏانهن وني اچي. ان ڪم لاءِ مقرر امت ۽ ان جا مجدد (اصلاح ڪندڙ) ڪافي آهي ۽ ڪافي ٿيندا رهيا آهن ) کي چونڊيو ويو. پهريان ڪا شخصيت جڳائيندي هئي هاڻي هڪ امت کي اهو ڪم ڏنو ويو آهي. اهوئي هن امت جو ”اصل عهدو ۽ حقيقي فرض“ آهي. جيستائين هو هن عهدي تي قائم رهندا ۽ انسانن جي نگراني ڪندا ان وقت تائين ان جو رسول بہ ان امت جو نگران رهندو پر جي

توهان پنهنجي عهدي ۽ مقصد کي چڱي ڏنو تہ رسول جي نگراني کي بہ محسوس نہ ڪندؤ. ڇا اهو واعدو ناهي ٿيل؟

هر قوم تي هي امت چونڊيل ۽ مقرر ٿيل آهي. هر ملڪ تي آهي، بس جيڪو جتي آهي اهو اتي مقرر آهي، هن جي قوم ان ملڪ جا رهاڪو آهن. مشڪل وقت تڏهن هو جڏهن اسان پنهنجي قوم کي پنهنجي قوميت مان ڪييو، ان سان گڏ انهن جو ڏک بہ دل مان ڪڍي ڇڏو، جيتوڻيڪ جي حضرت نوحؑ جي انڪاري ان جي قوم هئي، حضرت هودؑ جا ڪافر ان جي قوم هئي، قريش رسول خاتم النبي ﷺ جي قوم جا ماڻهو هئا تہ پوءِ ڪيئن هندستان جا هندو هندستان جي مسلمانن جي قوم ناهن. مصر جي قوم مصر جا قبط ناهن، يورپ جا عيسائي يورپ ۾ رهندڙ ترڪن جي قوم ناهي، بس جيستائين :

**حَتَّى لَا تَكُونَ فِتْنَةٌ وَيَكُونَ الدِّينُ كُلُّهُ لِلَّهِ** (سورت الانفال آيت 39)

(ٿڪجي ويهي نہ رهو) جيستائين فتنو ختم نہ ٿئي ۽ سڄو دين الله جو ٿي وڃي

نہ ٿڪجي ويهي رهڻ وارڻ جي ڇا معني آهي، اقرار نامو آهي جو:

**هُوَ الَّذِي أَرْسَلَ رَسُولَهُ بِالْهُدَى وَدِينِ الْحَقِّ لِيُظْهِرَهُ عَلَى الدِّينِ كُلِّهِ** (سورت التوب آيت 33)

الله ئي آهي جنهن پنهنجي رسول کي هدايت ۽ سچي دين سان گڏ موڪليو تہ جيئن سيني دينن تي غالب ٿئي؟

ڏسو تہ دهريت تي مذهب ڇانيل آهي، ڪجھ واپاري ڪتاب سازن يا ڪجھ ڏنڌي وارن استادن کي ڇڏيو، جيڪي وسوسن جي ہاڦ تي ماني پچائي ڪائيندا آهن. عام انساني فطرت تي مذهب جو وَسُ اهڙو مضبوط آهي جيئن سدائين هو. جي يورپ ۾ بي ديني ايتري گهٽي آهي تہ پوءِ ڇو هن لا مذهبي جو اعلان نہ ڪيو آهي.

سچائي هي آهي تہ انساني دماغ جي جيڪا ذهني بناوت آهي ان ۾ ايتري سوڙھ يا پستي ڪيئن پيدا ٿي سگهي ٿي جو هو ماضي ۽ مستقبل جي نتيجي جي خيال کان بغير زندگي گذاري؟ ڪٿان آيو آهيان، ڪاڏي پيو وڃان؟ ڇو آيو آهيان؟ جنهن هلڻ واري جي سامهون هنن سوالن جا جواب ناهن تہ ڇا هڪ وک اڳتي وڌائي سگهي ٿو؟ خير گهٽ ۾ گهٽ هن وقت دنيا ۾ بي دينن کان وڌيڪ، تمام وڌيڪ بلڪ حد کان وڌيڪ مذهبي ماڻهون آهن ۽ مذهبن ۾ هر ڳالھ ۾ جيڪو وزن اسلام جو آهي اهو ٻئي ڪنهن جو بہ ڪونهي. پوءِ ان جو منطقي نتيجو ڇا اهو ناهي تہ لامذهبيت تي مذهب حاوي آهي ۽ سيني مذهبن تي اسلام غالب آهي.

جڏهن مسلمان پنهنجي سنڀال ٻين جي حوالي ڪئي ته هو رسول ﷺ جي نگراني کان محروم ٿي ويا. جهڙو اسلام جو اڄ حال آهي اهڙو نه ٿيندو ته ٻيو ڪهڙو ٿيندو. وري جڏهن دنيا جا نگران ٿيندا ته پوءِ رسول ﷺ جي نگراني جي سعادت مسلمانن کي ملندي. ڪجھ ڪونهي، ڪو ڪم به ڪونهي، جيستائين اصل ڪم نه هوندو، ڪنهن به ڪم برڪت نه هوندي. گهڻو آرام ڪري چڪا، ٿڪاوٽ ختم ٿي چڪي آهي، ڪم تمام گهڻو آهي. ائين ٿئي ته ڊڄڻ وارا ڊڄن ۽ " درا جي هن اذان" تي نڪري پون.

قوّتِ عشق سے ہر پست کو بالا کر دے

دہر میں اسمِ محمدؐ سے اُجالا کر دے

وقتِ فُرصت ہے کہاں، کام ابھی باقی ہے

نُورِ توحید کا اِتمام ابھی باقی ہے (اقبال)

# نبي ﷺ جون گهر واريون

| نمبر | امهات المومنين جا نالا | نڪاح جو سال | امهات المومنين جي نڪاح وقت عمر | حضور ﷺ جي نڪاح وقت عمر | ساٿ جو عرصو |
|---|---|---|---|---|---|
| ١ | حضرت خديجة الڪبریٰؓ | ٢٥ميلاد نبوت کان اڳ | ٤٠سال | ٢٥سال | تقريبن ٢٥ سال |
| ٢ | حضرت سودهؓ | شوال سن ١٠ نبوت | ٥٠سال | ٥٠سال | ١٤سال |
| ٣ | حضرت عائشہ صديقہؓ | شوال سن ١١ نبوت | ٦سال | ٥٢سال | ٩سال |
| ٤ | حضرت حفصہؓ | شعبان سن ١١ هجري | ٢٢سال | ٥٥سال | ٨سال |
| ٥ | حضرت زينب بنت خزيمہؓ | ٣هجري | ٣٠سال | ٥٥سال | ٣مهينا |
| ٦ | حضرت ام سلمہؓ | ٤هجري | ٢٤سال | ٥٦سال | ٧سال |
| ٧ | حضرت زينب بن حجشؓ | ٥هجري | ٣٦سال | ٥٧سال | ٦سال |
| ٨ | حضرت جويريہؓ | شعبان سن ٥ هجري | ٢٠سال | ٥٧سال | ٦سال |
| ٩ | حضرت ام حبيبہؓ | ٦هجري | ٣٦سال | ٥٧سال | ٦سال |
| ١٠ | حضرت صفيہؓ | جماد الثاني سن ٧ هجري | ١٧سال | ٥٩سال | ساڍا ٽي سال |
| ١١ | حضرت ميمونہؓ | ذي قعد سن ٧ هجري | ٣٦سال | ٥٩سال | ڏيڍ سال |

حضرت عائشہ صديقہؓ جي رخصتي سن ١٠ هجري ۾ ٿي هئي.

## نبي ﷺ جي دؤر جا سڀ شهيد، ماريل، زخمي ۽ قيدين جي تفصيل

| تفصيل/ ذر | قيدي | زخمي | ماريل | ڪل |
|---|---|---|---|---|
| مسلمان | ١ | ١٢٧ | ٢۵٩ | ٣٨٧ |
| مخالف | ٦۵٦۴ | ٠ | ٧۵٩ | ٧٣٢٣ |
| جوڙ | ٦۵٦۵ | ١٢٧ | ١٠١٨ | ٧٧١٠ |

### يادداشت:

٦٠٠٠ قيدي صرف غزوه حنين جا آهن. ٦۵٦۴ مان ٦٣۴٧ کي بغير شرط جي آزاد ڪيو ويو. صرف ٻہ قيدي پراڻن جرمن جي سزا طور قتل ڪيا ويا.

## پهرين مها ياري لڙائي ١٩١۴ع کان ١٩١٨ع جو تجزيو

روس ١٧ لک، جرمني ١٦ لک، فرانس ١٣ لک، اٽلي ۴ لک ٦٠ هزار، آسٽريا ٨ لک، برطانيہ ٧ لک ٦ هزار، ترڪي ٢ لک ۵٠ هزار، بلجيم ١ لک ٢ هزار، بلغاريا، رومانيا، سربيا و مانٽي بنڪرو هڪ هڪ لک (۴لک) ڪل جو ڙ ٧٣ لک ٣٨ هزار، زخمي، قيدي ۽ گم ٿيل ان کان الڳ آهن. فرانس ۽ برطانيہ جي نوآبادي (قبضي وارا علائقا) هن ۾ شامل ناهي.